# حضرت قاضي احمد دمائي
## قدس سره



پاران: حضرت سلطان الاولياء اڪيڊمي ڏوڪري، لاڙڪاڻو

# حضرت قاضي احمد دمائي
# قدس سره



سهيڙيندڙ

## جوٽيجو سائين بخش قبولائي

پاران:

حضرت سلطان الاولياء اڪيڊمي ڏوڪري، لاڙڪاڻو

كتاب جو نالو : حضرت قاضي احمد دماڻي

سهيڙيندڙ : جوڻيجو سائين بخش قبولائي

ڇاپو : پهريون

ڳاڻيٽو : هڪ هزار

سال : جنوري 2002ع

ڪمپوزنگ : محمد اسلم سومرو ۽ سهيل ڳاڏهي
وي آءِ پي پرنٽرس اسٽيشن روڊ لاڙڪاڻو.

ڇپائيندڙ : حضرت سلطان الاولياءِ اڪيڊمي ڏوڪري لاڙڪاڻو.


## اسان جا همدرد دوست

محمد لائق جوڻيجو
مولا بخش جوڻيجو
ڪريم بخش جوڻيجو
عبدالجبار "جاني" ڀٽ
ذوالفقار علي جوڻيجو
محمد عرس جوڻيجو
محمد حنيف جوڻيجو
غلام شبير جيسر
عبدالجبار ڪنير
منظور علي جوڻيجو
احمد علي جوڻيجو

الله بخش جوڻيجو
محمد طاهر جوڻيجو
خادم حسين جوڻيجو
سرفراز علي منگي
محمد عثمان جوڻيجو
عبدالوحيد جوڻيجو
خدا بخش جوڻيجو
طالب حسين ٿهيم
معشوق علي ٻڙدي
جاويد علي شاهه
عبدالحميد جوڻيجو

# انتساب

آءِ هي ڪتاب انتهائي عقيدت سان پنهنجي حقيقي پير طريقت، رهبر شريعت، بحرالعلوم والفيوض، غوث الزمان، هادي برحق، سيدنا و مرشدنا حضرت قبلہ پير حاجي **فيض محمد قريشي نقشبندي قدس سرهٗ**

ڏانهن منسوب ڪندي وڏي سعادت سمجهان ٿو

السلامِ شاهہ سلطان اولياء السلام،
مظهرِ نورِ خدا شاهہ لواري السلام.

سگ مرشدن ڪريمن جو
**جوٽيجو سائين بخش قبولاني**

# مضمونن جو وچور


| عنوان | ليکڪ | صفحو |
|---|---|---|
| پنهنجي پاران | جوڙيندڙ سائين بخش قنبراڻي | |
| سڄڻ ڏٺو ڄڻ | معشوق ڌاريجو | 4 |
| روحاني رمزن جو سفر | سيد حاجي نبي شاهه لڪياري | 6 |
| مخدوم ولايت حضرت قاضي احمد دماڻي رح | خليفو نظر علي ٿاليو | 8 |
| شيخ احمد بن محمد صديق السندي رحه | ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ | 11 |
| حضرت شيخ قاضي احمد دماڻي رحه | آخوند محمد صالح قريشي | 17 |
| حضرت قاضي احمد دماڻي رحه | مير محمد پيرزادو | 19 |
| مخدوم اولياء حضرت قاضي احمد رحه | ڦرڙو محمد پناهه | 27 |
| حضرت خواجه قاضي احمد دماڻي رحه | سائين بخش قنبراڻي | 37 |

# پنهنجي پاران

حضرت قاضي احمد دماني قدس سره بابت هي ڪتاب پيش ڪندي، اسان خوشي محسوس ڪري رهيا آهيون. ڇاڪاڻ ته حضرت قاضي احمد دماني قدس سره جي زندگيءَ متعلق ڪو ڪارگر تحقيقي ڪم ڪو نه ٿيو آهي. ان لاءِ ڪيترائي سبب ڪار فرما ٿي سگهن ٿا. جن ۾ اهم سبب آهي بنيادي ماخذن جي کوٽ.

انهيءَ کوٽ کي محسوس ڪندي حضرت سلطان الاولياء اڪيڊمي پنهنجي محدود مالي وسيلن باوجود درگاهه عاليه لواري شريف ۽ درگاهه عاليه قاضي احمد متعلق مواد شايع ڪرڻ جو سعيو ڪيو آهي. سڀ کان پهريائين اسان ڪوشش ڪئي آهي ته حضرت قاضي احمد رحه جي زندگيءَ تي جن لکيو آهي، تن مقالن / مضمونن کي هن ڪتاب ۾ شامل ڪريون. البت اهو به ممڪن آهي ته ڪو هڪ اڌ اهم مقالو / مضمون اسان کان رهجي ويو هجي.

بهرحال اسان جي ڪوشش آهي ته مذڪوره درگاهن تي جديد انداز موجب تحقيق ڪندڙن کي موقعو فراهم ڪجي.

سون کي يقين آهي ته سنڌ جي هن اهم ۽ عظيم

درگاهن تي آئنده جو محقق جڏهن تحقيق ڪرڻ لاءِ آغاز ڪندو ته اسان جي هن نماڻي ڪوشش کي ضرور سامهون رکندو. انهن جديد نوعيت تي تحقيق ڪندڙ دانشورن ۽ عالمن کي هي ڪتاب تمام گهڻو ڪارائتو رهندو.

هر ممڪن احتياط جي باوجود به ڪجهه ڪمي بيشي ٿي وينديآهي. پڙهندڙن کي گذارش آهي ته هن ڪتاب ۾ جيڪا ڪوتاهي محسوس ٿئي ته ان کان سهيڙيندڙ کي واقف ڪندا، لک ٿورا.

الله تعاليٰ کان دعا آهي ته حضرت مرشدن ڪريمن جي صدقي اسان کي ظاهر ۽ باطن ڪامياب ڪري ۽ هن ٻيار جي پورهئي کي قبول فرمائي ۽ انهن سڀني دوستن کي همٿ عطا فرمائي، جن هن علمي ادبي ڪم ۾ مدد ڪئي.

جيهي جي تيهي، ته به پانهي پاروچن جي،
حجت هوت پنهون سان مون ڪميڻيءَ ڪيهي،
اصل آريءَ ڄام جي، پلئه آءٌ پيئي،
هوءِ جا پاٿن پير ۾ تنهن جتيءَ نا جيهي،
وساري ويهي، تن ڪيچن کي ڪيئن رهان؟
(شاهه)

خادم درگاهه لواري شريف
**جوڻيجو سائين بخش قبولائي**
ڏوڪري
فون: 448 - 336 - 07443

# سڄڻ ڏٺو ڄڻ

تحرير: معشوق ڌاريجو، قاضي احمد

ماڻهوءَ جي لاءِ ڪيترين ئي شين عقيدت جوڳيون هونديون آهن، جن جو تصور ئي عبادت ۽ پوڄا جي تصور جهڙو پاڪيزه ۽ معتبر هوندو آهي. منهنجي عقيدت ۾ ڪيترين ئي شين سان آهي ۽ انهن ۾ قاضي احمد جو نالو ۾ سر فهرست آهي.

قاضي احمد منهنجي مرشد ۽ منهنجي محبوب جو شهر آهي، جنهن جي عزت ۽ احترام مون تي ايترو لازم آهي جيترو عزت ۽ احترام هڪ آقا لاءِ ان جي دربان تي لازم هوندو آهي.

هي شهر منهنجي لاءِ ۾ ان درويش جيتري ئي حيثيت رکي ٿو جيڪو سدائين هن شهر ۾ جتي لاهي پيرين اگهاڙو داخل ٿيندو هيو. سچ ته اهو آهي ته مون ۾ سدائين پاڻ کي قاضي احمد جي گهٽين ۽ رودن تي ان درويش وانگر بوٽن هوندي ۾ پيرين اگهاڙو ئي محسوس ڪيو آهي.

قاضي احمد اهو شهر آهي جنهن جي هوائن ۾ مون ناز باغ جي گلزن سان گڏ حضرت سلطان الاوليا، خواجه محمد الزمان لنواري شريف واري بزرگ جي پيتي ۽ درگاهه قاضي احمد جي نون ئي گادي نشين جي دعائن جي سرهان گهلندي محسوس ڪئي آهي. هي اهو شهر آهي جتي مون اپرو هوندي ۾ پاڻ کي سيرو محسوس ڪيو آهي.

قاضي احمد اهو شهر آهي جنهن جي ماڻهن کي هميشه باوضو رهڻ گهرجي. هي شهر منهنجي مرشد ۽ منهنجي محبوب جو شهر آهي، جنهن جي بزرگن کي ياد ڪندي مون کي نامياري اردو شاعر بشير بدر جي غزل جون سٽون ياد اچي ٿيون ته:

خدا ایسے احساس کا نام ہے
جو رہے سامنے اور دکھائی نہ دے
خدا مجھکو ایسی خدائی نہ دے
کہ اپنے سوا کچھ دکھائی نہ دے

مون محسوس ڪيو آهي ته ڪيترين ئي شين کي صرف ان شدت سان محسوس ڪري سگهجي ٿو جيئن خوشبو، پيار ۽ عقيدت. مون کي

حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه سان ٻه ايترو ئي پيار ۽ عقيدت آهي. جنهن کي بيان ڪرڻ منهنجي وس جي ڳالهه نه آهي. هونءَ به محبوب جي حسن کي ان جو عاشق ڪڏهن به وفائين ڪري ناهي سگهندو. ان لاءِ ته مرشد جي عقيدت ۽ محبوب جي خوبصورتي سيني لفظن کان وڌيڪ وزني ٿئي ٿي.

حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه اهو درويش هيو جنهن هن خطي جي ماڻهن کي دين جو درس ڏنو ۽ انهن جي دلين ۾ علم جي لاٽ روشن ڪئي. مون جيتوڻيڪ حضرت قاضي احمد ۽ ان گاديءَ جي ڪجهه ٻين بزرگن کي ڪو نه ڏٺو هو پر مون ان گاديءَ جي اڄين گادي نشين حضرت قبله پير فيض محمد نقشبندي جي شخصيت ۾ انهن سيني بزرگن جي، باوقار، باڪردار ۽ حليم شخصيت جون جهلڪيون محسوس ڪري ورتيون هيون. جن جي آڌار تي آءٌ پنهنجي عقيدت جو اظهار آساني سان لکي سگهان ٿو.

حضرت قاضي احمد نقشبندي قدس سره جن پنهنجي وقت جا تمام وڏا عالم ۽ عارف هئا. سندن تعلق سنڌ ڌرتيءَ جي ان تصوف واري فلسفي سان آهي جنهن لاءِ حضرت سلطان الاوليا، خواجه محمد الزمان لواري شريف فرمايو آهي ته:

سچڻ ڏٺو جن، تن ڏسڻ غير گناهه،
جنين لڌي راهه، ويهڻ تنين وهه ٿيو.

حضرت قاضي احمد قدس سره جو مسڪن ۽ هي شهر امن، محبت ۽ پيار جو اهو مسڪن آهي جتان وحدانيت ۽ هيڪڙائيءَ جو سبق ملي ٿو، هيءَ اها جاءِ آهي جتان روح کي دائمي راحت ملي ٿي.

***************

هر ڪه ڪل شد جزه رابا اوچه ڪار،
وانڪه جان شد عضو رابا اوچه ڪار،
گر تو هستي مرد ڪل،ڪل رابين،
ڪل طلب، ڪُل باش، ڪُلُ شو، ڪُلُ گزين

(خواجه فريدالدين عطار رحه)

# "روحاني رمزن جو سفر حضرت قاضي احمد رح کان پير محمد صادق نقشبندي تاءِ"

تحرير: سيد حاجي نبي شاھ لکياري، قاضي احمد

سنڌ جيڪا صوفين جي گيڙو رتي ويس جهڙي اجري ۽ درويشن جي عبادتن جهڙي پاڪ ڌرتي آهي. سنڌ جنهنجي مٽيءَ مان منير مان شاھ عبداللطيف ڀٽائي رحہ، حضرت سچل سرمست، مخدوم بلال ۽ شاھ عنايت جهڙن عظيم انسانن جنم ورتو ۽ انهن جي شخصيت جي خوشبوءِ سدائين سنڌ جي ڪمال جو سبب بڻيل رهندي. سنڌ جي اهڙن ئي اڻملھ ماڻڪن ۽ خدا جل شانه جي محبت ۾ پاڻ وڃائيندڙ هستين مان حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه دماني جن ۾ هڪ آهن. جن جي روحاني رمزن ۽ صوفياڻي خصلتن جا قصا تاريخ ۽ سندن مريدن جي پونئرن وٽان روحاني ملن ٿا. تاريخ جي مطالعي مان پتو پوي ٿو تہ حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه جو جنم 1105 هجري بمطابق 1664ع ڌاري ضلعي دادوءَ جي ننڍڙي شهر ٺلٺي لڳ ڳوٺ "احمدا" ۾ ٿيو. جيڪو ڳوٺ سندن ڏاڏي بزرگ "احمد" جن جوڙايو هو. جيڪو خود هڪ عالم دين ۽ پهتل بزرگ هيو. سندن مزار مبارڪ اڄ بہ درويشن جي سر زمين سيوهڻ شريف ۾ "مخدوم احمد سنڌائي" جي نالي سان هزارين اميدون کڻي ايندڙن لاءِ آٿت جو سبب بڻيل آهي.

حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه جي سوانح جو مطالعو ڪرڻ سان پتو پوي ٿو تہ سندن اصل نالو حاجي احمد دماني ولد مخدوم محمد صديق رحہ هو، سندن شخصيت ۾ ننڍپڻ کان وٺي ئي درويشي ۽ صوفي واريون خوبيون موجود هيون، پاڻ ابتدائي تعليم ۽ ديني تعليم مخدوم عبدالواحد سيوهاڻي کان حاصل ڪيائون، روايتي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ سندن رجحان ۽ رويو ديني ڪمن ڏانهن ئي رهيو. پاڻ اٽڪل 60 ورهين جي ڄمار ۾ 1752ع ڌاري اباڻي ڳوٺ مان هجرت ڪري موجوده قاضي احمد کان اٽڪل 9 ميل اتر طرف ديهہ "دم" ۾ اچي رهائش پذير ٿيا. اتي ئي ڏهاڪا ديني فيض ڏيڻ کان پوءِ 1781ع ڌاري قاضي احمد شهر جي ايرندي پاسي، جتي اڳ وڏا ڪنديءَ جا وڻ هوندا هئا. اتي اچي آباد ٿيا، اهو ننڍڙو ڳوٺ " ميل ڪندي" جي نالي سان مشهور رهيو ۽ اهو ننڍڙي ڳوٺ نما شهڙو هيو، پاڻ ڇاڪاڻ تہ علم و فضيلت ۽ عدل و انصاف جي

حوالي سان اعليٰ مقام تي پهتل هئا. پري پري تائين سندن شخصيت جي گهڻ رخي خوبين سبب تڏهوڪي ڪلهوڙي حاڪم کين قاضي جو لقب ڏنو. اهڙي لقب ملڻ کان پوءِ ڪاٺس باقاعده فتوائون ورتيون وينديون هيون ۽ بعد ۾ سندن نالو حاجي احمد بدران قاضي احمد مشهور ٿي ويو. بعد ۾ انگريزن جڏهن سنڌ جي جاگرافيائي ورهاست ۾ شهرن جي حد بندي شروع ڪئي ته ان ننڍڙي ڳوٺ "ميل ڪنڊيءَ" کي " قاضي احمد" جي نالي سان منسوب ڪيائون ۽ ريلوي اسٽيشن به ساڳي نالي سان قائم ڪئي وئي. سندن سوانحي مطالعي مان پروڙ پوي ٿي ته حضرت قاضي احمد دمائي رحمت الله عليه "دم" ڪان لڏي اچڻ کان اڳ ان دور جي وڏي پهتل بزرگ هستي حضرت سلطان الاولياء قدس سره جي مريديءَ ۾ رهي معرفت جا موتي ماڻيائون ۽ زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين خود شناسيءَ جي گيان ۾ گم رهيا.

حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه جن 1808ع ڌاري اٽڪل 118 ورهين جي ڄمار ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا. پر سندن فيض ۽ فقراهيءَ جو سلسلو سندن درگاهه کي موجود ڏهين سجاده نشين حضرت پير محمد صادق نقشبندي مدظله العالي جن تائين جيئن جو تيئن روان دوان آهي.

حضرت قبله پير محمد صادق نقشبندي جيتوڻيڪ نوجوانيءَ واري دؤر منجهان گذري رهيا آهن، پر وڏن وڏان مليل فيض سندن سلڇڻي ۽ ٻاجهاري شخصيت ۾ عيان آهي. پاڻ پنهنجي والد بزرگ حضرت پير حاجي فيض محمد نقشبندي قدس سره جي پيروي ڪندي، اڄ به عوام لاءِ ڇپر ڇانءَ بڻيل آهي. سندن والد بزرگ حضرت پير ميان حاجي فيض محمد نقشبندي قدس سره جيتوڻيڪ درويش خاندان سان واسطو رکندڙ هڪ هر دلعزيز شخصيت هيو، پر هن بزرگ ڪڏهن به پنهنجي برتري جو احساس نه ڏياريو. پاڻ عوامي روين جي اعتبار کان هڪ ملڻو ۽ کلڻي شخصيت جا مالڪ هيا، واقعي فيض فيض هئا. واقعي شاهه عبداللطيف رحمت الله عليه اهڙن املهه ماڻڪن متعلق چيو آهي ته:

ماڻهو سڀ نه سهڻا، پکي سڀ نه هنجهه
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه، اچي بوءِ بهار جي
(شاهه)

# مخدوم ولايت حضرت قاضي احمد دماڻي

تحرير: خليفو نظر علي ٽالپر رحه

پاڻ سن ۱۱۱۲ هجري مطابق ۱۷۰۰ع ڌاري تولد ٿيا. سندن والد معظم خواجه محمد صديق رحه پڻ هڪ خدا دوست، متقي ۽ پرهيزگار بزرگ هو. تنهن ڪري حضرت مخدوم رحه جو لاڙو فقر جي طرف هو. پاڻ ابتدائي تعليم پنهنجي والد بزرگوار وٽ حاصل ڪيائون. علم جي تڪميل لاءِ پاڻ ڳوٺ لڪي تعلقه سيوهڻ جي مدرسي ۾ داخل ٿيا. فارغ ٿيڻ کان پوءِ ڪجهه وقت جي حڪومت پاران، "قضا" جو عهدو ڏنو ويو، جنهن ڪري پاڻ "قاضي" جي نالي سان مشهور ٿيا. پاڻ فقه تي ايترو عبور رکندا هئا. جو سڄي ملڪ ۾ سندن جاري ڪيل فتوائون هلنديون هيون.

سلسلہ طريقت ۾ سندن وڏا قادريه طريقي ۾ بيعت هئا. ابتدا ۾ ته حضرت مخدوم رحه جن جو طريقو پڻ اهو ئي هو. هڪ دفعي حج بيت الله جي ارادي سان پنهنجي ڳوٺ مان روانا ٿيا. جڏهن پاڻ، پنهنجن سائين سميت لواري شريف جي حدن ۾ داخل ٿيا ته حضرت سلطان الاوليا خواجه محمد زمان قدس سره جن سان ملاقات جو ارادو ڪيائون. سندن شهرت، مخدوم صاحب اڳيئي ٻڌي هئي.

پاڻ، حضرت سلطان الاوليا رحه جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. سندن ملاقات مان پاڻ ايترو ته متاثر ٿيا، جو بي اختيار مريد ٿيڻ جو اظهار ڪيائون. شوق خدمتگاري کان مغلوب ٿي عرض ڪيائون ته " طريقه عاليه ۾ داخل ٿيڻ جو ازحد شوق آهي، هن وقت البت حج جي ارادي سان نڪتو آهيان. واپسي تي انشاءالله تعاليٰ، خدمت ۾ حاضر ٿي، اها سعادت حاصل ڪندس." حضرت سلطان اوليا رحه جن فرمايو ته، "ڏاڍو نيڪ ارادو آهي شوق سان وڃو پر انهيءَ جا اهل پڄجي؟" حضرت مخدوم رحه سوچ ۾ پئجي ويا. حضرت سلطان الاوليا، جن فرمايو ته " وڃڻ واري ۾ گهٽ ۾ گهٽ ايتري صلاحيت ته هجي، جو اتي وڃي پنهنجن اکين سان " حقيقت ڪعبوي" جو مشاهدو ڪري ۽ جڏهن مديني شريف حاضر ٿئي ته اتي ڪيس سڃاڻي" مخدوم صاحب جڏهن اهي ڪلما ٻڌا، تڏهن حج تي وڃڻ جو ارادو ملتوي ڪري، سندن ئي خدمت ۾ ئي رهڻ جو فيصلو ڪيو،

حضرت مخدوم صاحب جن فرمائڻ ٿا تہ " حضرت سلطان الاوليا ، قدس سره، جن کي بي حد مهربان پاتر. احقر کي ٿي ڏينهن متواتر توجهات خصوصي ۽ عنايات شاهانہ سان بي حساب نوازيائون. ۽ سندن توجہ ڪري، مون کي اهو علم ۽ عرفان حاصل ٿيو. جو سالها سال رياضت ۽ عبادت سان بہ حاصل ٿي نہ سگهي ها ۽ مون کي ٽن ڏينهن ۾ اناڙي مان ڪامل بنائي ڇڏيائون."

حضرت مخدوم صاحب جن حج جي سفر جو هڪ واقعو بيان ڪندي فرمائين ٿا تہ " حج تي وڃڻ کان اڳ ۾ مون حضرت جن کان پڇيو هو تہ " مرشد مصيبت ۾ بہ ڪم اچن ٿا؟" جواب ۾ حضرت جن حافظ شيرازي رحہ جو هي شعر پڙهيائون:

"دوران غوغا کہ کس کس نہ پرسد،
من از پير مغان منت پذيرم."

(يعني شور ۽ غل ۾ ڪو بہ ڪنهن کي ڪو نہ ٿو پڇي تہ آءٌ انهيءَ وقت پنهنجي پير مغان جي منت و سماجت ڪري رهيو آهيان).

جهاز تي سوار هوس تہ اچانڪ هڪڙي ڏينهن مسافرن جون رڙيون ٻڌڻ ۾ آيون. آءٌ حالانڪ مراقبہ ۾ مشغول هوس، پر شور ۽ غوغا جو آواز ايتري قدر تہ گهڻو هو، جو ڪنن جا پردا ٿي ڦاٽا. اٿي ٻاهر آيس تہ معلوم ٿيو تہ "جهاز کي باهہ لڳي ويئي آهي سيني جي زندگي خطري ۾ آهي." آءٌ اهو حال ڏسي حضرت خواجہ سلطان الاوليا ڏانهن متوجهہ ٿيس. ٿوري ئي دير ٿي هوندي جو پرندڙ شعلا وسامڻ لڳا ۽ جهاز سلامتي سان اچي ڪناري تي پهتو.

هتان ڪجهہ مفاصلو پيادل طئي ڪرڻو هو هڪ ڏينهن سائين کان جدا ٿي جبل جي دامن ۾ وڃي نماز پڙهي رهيو هوس تہ اوچتو ڪجهہ بدو تلوارن سان منهنجي سامهون ظاهر ٿيا. پئسا تہ مون وٽ ڪو نہ هئا، پر زندگي تہ پياري آهي، آءٌ ڊڄڻ لڳس. مدد جي لاءِ فورا حضرت سلطان الاولياءِ جن ڏي متوجہ ٿيس. ايتري ۾ بدو بلڪل منهنجي ويجهو پهچي ويا. مون همت ڪري اسلام عليڪم چيو. هڪ بدو جيڪو اڳيان هو. تنهن و عليڪم السلام چيو ۽ پيا خاموشي سان، منهنجي پر مان لنگهي ويا. حضرت سلطان الاليا قدس سره جن، پنهنجي مصيبتن ۾ منهنجي مدد فرمائي."

حضرت مخدوم صاحب حج جي سفر تان واپسي بعد لواري

شريف آيا ۽ ڪيترائي ئي سال حضرت سلطان الاوليا قدس سره، جي جي خدمت ۾ بسر ڪيائون.

حضرت جن جي عمر هڪ سؤ سال کان به مٿي هئي. حضرت مخدوم صاحب جن ١٦ ذي القعد ١٢٢٣ هجري مطابق ٣ فيبروري ١٨٠٩ع ۾ وصال فرمايو. سندن وصال جي تاريخ جو مادو هي سٽ مان نڪري ٿو:

" شاه شمس جهان بود ساية فردوس"

(يعني دنيا جي سورج جو بادشاهه هو ۽ جنت جو پاڇو)

سندن روضو مبارڪ، سندن ئي آباد ڪيل ڳوٺ قاضي احمد ۾ آهي.

***************

نبوت را ظهور آدم آمد
ڪمالش در وجود خاتم آمد
ولايت بود باقي تا سفر ڪرد
چون نقطه دو جهان دور دگر ڪرد
ظهور ڪُلُ او باشد بخاتم
بدو يابد تمام دور عالم
وجود اوليا، اورا چو عضواند
ڪه او ڪل است ايشان هم چو جزواند

(خواجه محمود شبستري رح)

---

سون سي ڏٺا ماڻ، جنين ڏٺو پرين ڪي،
تنين سندي ڪاڻ، ڪري نه سگهان ڳالهڙي.

( شاه عبداللطيف ڀٽائي رح)

---

اي وجود هر دو عالم شمس گيتي بيگمان
گاهه آدم گاهه احمد گه بود محمد زمان

(شهيد عبدالرحيم گرهوڙي رح)

# شيخ احمد بن محمد صديق السندي
# عرف
# قاضي احمد دماني

تحرير: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

تعلقي سڪرنڊ جوشهر "قاضي احمد" هن بزرگ جي نالي پويان سڏجي ٿو، ڇاڪاڻ جو قاضي احمد صاحب هن ماڳ کي وسايو ۽ اتي ئي سندس مزار آهي. قاضي صاحب پنهنجي وقت جو عالم ۽ عارف هو. خواجه محمد زمان رح (اول) لواري واري جو مريد ۽ خليفو، ۽ نقشبندي طريقي جي مبلغن ۽ علمبردارن مان هو. سنڌ توڙي هند ۾ ڪائنس گهڻا بزرگ فيضياب ٿيا، انهيءَ ڪري هن برصغير ۾ نقشبندي طريقي جي تاريخ ۾ قاضي صاحب جو ڪردار نمايان آهي، ۽ انهيءَ لحاظ سان ڪن مصنفن هن سلسلي جي بزرگن بابت لکندي قاضي صاحب جي سوانح ۽ خدمت کي پڻ بيان ڪيو آهي. (١) جيئن ته سنڌ اندر طريقت ۽ تصوف جي تاريخ ۾ قاضي صاحب جن جو تذڪرو پڻ اهميت رکي ٿو، انهيءَ ڪري اسان هيٺ سندس سوانح جي ڪن خاص پهلوئن تي روشني وجهون ٿا، جن بابت هن وقت تائين خاطر خواه معلومات ميسر ٿي نه سگهي آهي.(٢)

قاضي صاحب جي خاندان جو نسب نامو سنڌن پهرين پيڙهي هن طرح آهي. (١) قاضي احمد بن (٢) محمد صديق بن (٣) عبدالسلام بن (٤) حاجي بن (٥) محمد صالح بن (٦) صابر بن (٧) حاجي بن (٨) احمد بن (٩) محمد بن (١٠) سلطان بن (١١) علاوالدين بن (١٢) حاجي بن (١٣) احمد بن (١٤) شيخ المشائخ حضرت سندو. پنهنجي تحريرن ۾ قاضي صاحب پاڻ پنهنجو نالو "احمد بن محمد صديق السندي" ڪري لکيو آهي. (٣)

هن خاندان جي سڪونت آڳاٽي وقت کان وٺي "تلٽي" جي شهر ۾ هئي، جتي شيخ المشائخ حضرت سندو، مدفون آهي، جو غالباً ڏهين صدي هجريءَ جي پلارن بزرگن مان هو. سندس اولاد مان ڪي بزرگ علمي مشغلي سان سيوهڻ ۾ پڻ رهيا ۽ اتي ئي رڪيل آهن، جيئن ته ٻارهين نمبر بزرگ حاجي بن احمد توڙي قاضي احمد جن جي والد محمد صديق جون

مزارون سيوهڻ ۾ آهن.

قاضي احمد موصوف سن ١١١٧ هجري (٥-١٧٠٥ع) ۾ (۴) ٺٽيءَ ۾ ڄائو. اهو ميان يار محمد ڪلهوڙي جي حڪومت وارو دور هو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين، جو غالبا ان وقت سيوهڻ ۾ مدرس هو. ثانوي ۽ اعليٰ تعليم ان دور جي مشهور عالم مخدوم عبدالواحد سيوستانيءَ کان ورتائين (٥) ۽ فارغ التحصيل ٿي پنهنجن وڏن بزرگن جي نقش قدم تي تعليم ۽ تدريس جو مشغلو اختيار ڪيائين.

اهو معلوم نه آهي ته قاضي صاحب جيڪڏهن سيوهڻ ۽ ٺٽيءَ وارو پاسو ڇڏي اچي موجود موري ۽ سڪرنڊ تعلقن واري ايراضيءَ ڪي وسايو. ٿي سگهي ٿو ته حڪومت طرفان ڪيس لاڪاڻي پرڳڻي (٧) جي قضا ملي ۽ انهيءَ ئي عهدي ڪيس هن پرڳڻي جي مرڪزي ايراضيءَ ڏانهن آندو. بهرحال، قاضي صاحب پاڻ ٿي هن طرف لڏي آيو ۽ اچي "ديهه دم" ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. "ديهه دم" هن وقت موري تعلقي جي حد ۾ آهي. جتي قاضي صاحب جن اچي ويٺا، ان ماڳ واري مسجد موجود آهي، ۽ اڄ تائين سندن نالي سان "ميان صاحب جي مسجد" سڏجي ٿي. (٧) قاضي صاحب جن زندگيءَ جو ڪافي عرصو ديهه دم ۾ رهيا ۽ انهيءَ ڪري "دماني" سڏجڻ لڳا. زندگيءَ جي پوئين دور ۾ ديهه دم مان لڏي اچي موجوده شهر "قاضي احمد" (جتي سندن مزار آهي) واري ماڳ تي مقيم ٿيا. اهو ماڳ ميل جي ڊوري (٨) جي ڪنڌيءَ سان هڪ آباد علائقو هو، ۽ انهيءَ ڪري ئي قاضي صاحب جن شايد اتي سڪونت اختيار ڪئي، پاڻ پنهنجي تحرير ۾ ان کي "موضع ميل" ڪري لکيو اٿن، ۽ اتي جي آباديءَ بابت پنهنجي همعصرن مان ملان محمد احسن ۽ ملان محمد عارف ڏي پنهنجي هڪ خط ۾ لکيو اٿن ته "اوهان جي ڪجهه زمين محمد بقا شاهه وارن ۽ ڪجهه معارفجن (ڪڙتريجن) آباد ڪئي آهي."

قاضي صاحب جن هن "موضوع ميل" ۾ سن ١٢٢٣ هجري 1808ع ۾ وفات ڪئي. سندن مزار ۽ درگاهه جي مشهوريءَ سببان پوءِ موضع تي نالو ئي "قاضي احمد" پئجي ويو ۽ انهيءَ نالي سان ئي هن وقت هيءُ شهر وڌندڙ ۽ آباد آهي.

علم ۽ معرفت

ميان احمد وڏو عالم ۽ قضا جو صاحب هو، جو هو لواريءَ جي صاحب سجاده خواجه محمد زمان رح جو مريد ٿيو. ميا فيض محمد صاحب

ٻڌايو ته: " خواجه محمد زمان صاحب جن جي مشهوري گهڻو اڳ ئي چڪي هئي ۽ سندن وڏا خليفا ۽ پيا نالي وارا مريد اڳ موجود هئا. قاضي صاحب پوءِ لواريءَ ۾ ويو ۽ وڃي حلقه ارادات ۾ داخل ٿيو." خواجه محمد زمان رح جي سوانح بابت جيڪي روايتون محفوظ آهن، تن مان هڪ روايت خود قاضي صاحب جي زباني قلمبند ٿيل آهي. اها روايت انهيءَ وقت جي آهي، جڏهن خواجه صاحب جن جي پهرئين فرزند ۽ پوءِ پهرئين ديري وفات ڪئي. (٩) ان ما گمان نڪري ٿو ته قاضي صاحب وڏن خليفن کان پوءِ مگر ان هوندي به خواجه صاحب جن جي حياتيءَ جي پهرئين دور ۾ سندن مريد ٿيو. ميان فيض محمد صاحب ٻڌايو ته: "قاضي صاحب جن ديهه دم ۾ مقيم هئا، جو حج جو ارادو ڪيائون. ان وقت حج جي واٽ لواريءَ وٽان هئي، جتان پوءِ ڪڇ ۾ وڃي، "مڏني" بندر تان غورابن ۾ چڙهندا هئا. قاضي صاحب لواريءَ ۾ خواجه صاحب جن جي زيارت ڪرڻ بعد عرض ڪيو ته حج کان موٽندي مريد ٿيڻ جو ارادو اٿم. بزرگن فرمايو ته حج به نيڪ، مريديءَ جو ارادو به نيڪ، پر اهڙو ته ٿي وڃجي جو اڳيان به ته سڄاڻ ! اهو ٻڌي قاضي صاحب ترسي پيو، جو فريضه حج اڳ پڻ ادا ڪري چڪو هو. ٿي ڏينهن بعد خواجه صاحب جن کين اجازت ڏني ۽ قاضي صاحب حج تي روانو ٿيو."

حضرت خواجه محمد زمان رح جي ڇهن وڏن خليفن جا نالا معلوم ۽ مشهور آهن: يعني شيخ عبدالرحيم گرهوڙي، شيخ ابو طالب اگهمي، شيخ حاجي محمد صالح ۽ حافظ هدايت الله، جيڪو خواجه صاحب جن جو خاص خادم هو. انهن وڏن خليفن کان سواءِ پيا به ڪيترائي اهل دل سندن عقيدتمندن ۾ شامل هئا، جيئن ته شيخ حافظ حاجي طاهر، شيخ قاضي احمد، درويش عيسيٰ دشتي، سيد محمد، سيد پير محمد، ٻنگو فقير، حافظ ايوب، علي محمد مجذوب، شيخ شعيب ڪشتي، شيخ الياس، شيخ ستارتوه، حاجي شهمير بلوچ، ۽ سندس ياءُ ابوالحسن غازي وغيرهم. انهن سالڪن ۽ درويشن مان گرهوڙي صاحب کان سواءِ ٻين جا حالات بلڪل مختصر طور سان معلوم آهن. مثلاً شيخ ابوطالب اصل اگهم ڪوٽ يا اگهاماڻي جو هو، پر وفات سعيدپور ۾ ڪيائين. شيخ حاجي محمد صالح ڏاهري، موجوده تعلقي موري ۾، دولت پور کان ميل کن اوير طرف "ڪڙ" جو وينل هو. (10) خواجه عيسيٰ دشتي، موجوده عمر ڪوٽ تعلقي جي مشهور شهر "ڇيلهه" لڳ وينل هو ۽ سندس اولاد مان

فقير عبدالله هي وقت موجود آهي، ٻنگو فقير گوپانگ، ڏيري، ضلعي نوابشاهه لڳ ويٺل هو ۽ اتي ئي سندس مزار آهي. سيد محمد لاهور جو باشندو هو. انهن بزرگن نقشبندي طريقي جي واٽ وٺي دين جي خدمت ڪئي ۽ ڪيترن ئي انساني جي اخلاق کي سنواريو ۽ بلند ڪيو. موجوده معلومات جي بناء تي ائين چئي سگهجي ٿو ته انهن مڙني ۾ قاضي احمد صاحب پنهنجي مريدن ۽ معتقدن جي وسيع دائري ذريعي نقشبندي طريقي جي فيض کي سنڌ توڙي سنڌ کان ٻاهر گهڻو وڌايو.

خواجه محمد زمان رح جي خليفن مان مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، قاضي احمد صاحب ۽ سيد محمد لاهوري وقت جا عالم هئا. جن ۾ گرهوڙي صاحب کان پوء قاضي احمد صاحب علم ۽ فضل ۾ ٻين مڙني کان مشهور هو. قاضي صاحب کي خواجه محمد زمان کان خلافت ملي ۽ پوء پاڻ پنهنجي حلقي جو پير طريقت ٿيو. (11) سندس مريدن جو دائرو وسيع هو، ۾ هيٺيان چار بزرگ سندن وڏا خليفا هئا.

(١) سيد نور محمد شاهه ڪنڊيائي، ڳامي ڪنڊيا، تعلقي نوشهري فيروز جو.

(٢) مخدوم عبدالوالي دربيلي جو

(٣) سيد حسين شاهه، رتڙه چتڙه، ضلعي گورداسپور جو، جنهن هندستان ۾ فيض عام ڪيو، ايتري قدر جو سندس ٿي سؤ ست خليفا ٿيا.

(٤) ميان عبدالڪريم ڪتي، پينگهاري، تعلقي هالا جو. انهن چئن وڏن خليفن کان سواء سندس ٻيا معتقد پڻ وڏي درجي وارا هئا. انهن ۾ ميان پير محمد ڏيپارجي جو ۽ قاضي صاحب جو پنهنجو فرزند ميان محمد صالح، وڏا اهل دل هئا. ميان پير محمد ڏي قاضي صاحب جن جي لکيل خطن جا نقل موجود آهن، جن ۾ کيس "فضائل وڪمالات دستگاه، نور بصر، راحت روحي، ميا پير محمد جيو سلمه ربه" جي عبارت سان خطاب ڪيو اٿس، ۽ پڻ خط ۾ ڄاڻايو اٿس ته "ميا پير محمد منهنجي فرزند ميان محمد صالح کان به مون کي وڌيڪ پيارو آهي."

قاضي صاحب سن ١٢٢٣هه (١٨٠٨ع) ۾ وفات ڪئي ۽ "موضع ميل" واري سڪونت گاهه (موجوده شهر قاضي احمد) تي ئي مدفون ٿيو، جتي سندس مزار موجود آهي. قاضي صاحب جن جي حقيقي آثارن مان سڀ کان اهم سندن اولاد ۽ ٻيا اهل دل افراد آهن، جي اڄ تائين پاڻ کي سندس عقيدت ۽ ارادت سان وابسته سمجهن ٿا. ٻيا سندن خطن جا نقل ۽

۾ موجود آهي، جي سجاده نشين ميان فيض محمد صاحب وٽ محفوظ آهي. هڪ مهر آهي جنهن گول آهي، جنهن جي اندر سندن سجع " احمد الله ملي نعمائه" جي اکر ۽ سن " ١٢٠٢" (هجري) لکيل آهي، ۽ ٻي ننڍڙي چورس مهر آهي، جنهن جي اندر فقط سندن نالو "احمد" ۽ ان جي هيٺان سال "١٢٠٣" لکيل آهي.

## سندن اولاد

قاضي صاحب جو فرزند ميان محمد صالح علم ۽ معرفت جو صاحب هو ۽ پنهنجي والد جي وفات بعد طريقت جو سجاده نشين ٿيو. سندس لکيل ڪي (فارسي) خطي جانقل موجود آهي، جن مان سندس تحمل ۽ تدبر جو اندازو ٿئي ٿو. پنهنجي والد جي مريد ميان حسين شاهه (ڪرڙ چنڙه، ضلعي گورداسپور واري) کي خط ۾ سمجهاڻي ڏيندي لکي ٿو:

ڪار من نيست ڪسي را بجدال،
ره نمايم بخداي متعال،
هر ڪه پي در پي من بشتابد،
آنچه من يافته ام هم يابد،

ڏيهار جي جي ميان پير محمد ڏي هڪ خط ۾ پنهنجي والد بزرگوار بابت لکي ٿو:

احمد شه عالم همم، صاحب عنايات و ڪرم،
وصفش نگنجد در قلم، احمد محمد ذالعطا.

ميان محمد صالح کان پوءِ سندس اولاد مان طريقت جي سجاده نشينيءَ جو سلسلو هن طرح هليو: ڪانئس پوءِ اول سندس وڏو فرزند ميان عبدالواحد ۽ پوءِ ننڍو فرزند ميان نور الله سجاده نشين ٿيو. ميان نور الله کان پوءِ سندس فرزند ميان محمد شفيع ۽ڪانئس پوءِ سندس فرزند ميان محمد صادق (وڏو) ۽ ميان پير محمد سجاده نشين ٿيا. انهن بزرگن جو اولاد موجود آهي. راقم جي ملاقات ميان فيض محمد صاحب سان ٿي، جو پنهنجي والد ميان پير محمد کان پوءِ سندس سجاده نشين ٿيو.

## حوالا

(١) مثلاً، ڏسو " اولياي نقشبند المعروف به سيرت پاڪ شير رباني" ، مولف محمد امين شرقپوري، مطبوع پيڪو لميٽيڊ، لاهور.

(٢) قاضي صاحب جن جي درگاهه جي موجوده سجاده نشين ميان فيض محمد صاحب سان ٥ جون ١٩٧١ع تي ملاقات ۽ تبادلہ خيال جو موقعو مليو. ۽ سندس صحبت ۽ قلمي ڪتاب " بزرگان دمائي" جي مطالعي مان قاضي صاحب جن جي سوانح بابت انهن ڳالهين ۽ احوال جي تصديق ٿي.

(٣) پنهنجي هڪ خط ۾ لکن ٿا: " اما بعد مي گويد بنده جان پراگنده مفتقرالي رحمة ربه الغفار احمد بن محمد صديق السندي."

(٤) " اولياءِ نقشبند" جي مصنف ائين لکيو آهي.

(٥) ميان فيض محمد صاحب چيو ته اها اسان جي خانداني ۽ پڪي روايت آهي. ڪتاب " بزرگان دمائي" ۾ مخدوم موصوف جو هڪ خط نقل ٿيل آهي، جنهن جو عنوان ادب ۽ احترام سان هن طرح ڏنل آهي.

" نقل مڪتوب حضرت مخدوم المخاديم، سيد البلدان والاقاليم، عالم رباني، عارف سبحاني، حضرت مخدوم صاحب سيوستاني."

(٦) لاڪاٽ وارو پرڳڻو موجوده سڪرنڊ ۽ موري تعلقن جي ڀاڱن تي شامل هو.

(٧) مسجد وارو اهو ماڳ موجود شهر قاضي احمد کان اٺ ميل اوڀر ( ۽ صادق ڀٽيءَ جي ڳوٺ کان اڌ ميل اتر اوڀر) طرف آهي.

(٨) انهيءَ "ميل واري ڏوريءَ" جو پيٽ اڃا تائين قاضي احمد شهر جي اڀرندين پاسي کان ظاهر بيٺو آهي.

(٩) ڪتاب " لواريءَ جا لال" ص ١١٥

(١٠) ڪتاب " لواري جا لال" ۾ " شيخ حاجي محمد صالح ڳهرائي" لکيل آهي. ٿي سگهي ٿو ته "ڪڙائي" کي ڳهرائي ڪري لکيو ويو هجي.

(١١) خود سندس مرشدن (لواريءَ جي بزرگن) بابت محفوظ روايات ۾ قاضي صاحب کي (طريقي جي "شيخ" واري درجي جي لحاظ سان) " شيخ احمد قاضي" سڏيو ويو آهي (لواريءَ جا لال، ص ١١٥). ٻي روايت ۾ ڪيس " خواجه" جي لقب سان " خواجه قاضي احمد" ڪري لکيو ويو آهي. (ايضا ص ١٣٩).

( بشڪريه ماهنامه" الرحيم" ، حيدرآباد،
جولاءِ 1971ع، ص ٢٣)

# حضرت شيخ قاضي احمد دماني رحمت الله عليه

تحرير: آخوند محمد صالح قريشي

حضرت شيخ قاضي احمد صاحب رحه ديني و دنيوي علمن ۾ فاضل ۽ اهل الله هئا ۽ قاضي القضاة جي عهدي تي فائض هئا. سندن فتوئي سڄي ملڪ ۾ مستند مڃيا ويندا هئا. عوام ۽ خاص ۾ سندن لقب قاضي احمد مشهور هو. پاڻ سلف صالحين وانگر قادري طريقي سان منسلڪ هئا. پاڻ حضرت سلطان الاولياء قدس سره جي شهرت سڀ ڪان اڳ ٻڌي هئي، تنهن ڪري سندن سان غائبانہ عقيدت هئي. هڪ دفعي حج جي ارادي سان روانا ٿيا. رستي ۾ شوق جي غلبي ڪان مجبور ٿي حضرت سلطان الاولياء قدس سره جي ديدار پر انوار جي لاءِ لواري شريف هليا آيا. خدمت عاليہ ۾ حاضر ٿي درخواست ڪئي تہ ارادو حج تي وڃڻ جو آهي، بيت الله شريف کان واپسي تي انشاء الله اوهان جي طريقي عاليہ ۾ داخل ٿيڻ جي سعادت حاصل ڪندس.

حضرت سلطان الاولياء قدس سره فرمايو تہ ارادو نيڪ آهي. وڃ پر ان جو اهل ٿيڻو پوندو. وڃڻ واري ۾ ايتري لياقت هجي جو ڪعبة الله جي حقيقت جو خود پنهنجي اکين سان مشاهدو ڪري سگهي ۽ جڏهن آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي دربار تي پهچي تہ بيگانو نہ هجي ۽ شرف حضوري کان مشرف ٿي سگهي. اهو ٻڌي قاضي صاحب ان وقت سندن مريدن ۾ شامل ٿي ويا. پاڻ قاضي صاحب کي صرف ٽي ڏينهن پاڻ وٽ رهائي حج تي وڃڻ جي اجازت ڏني چڏيائون حج جو فرض ادا ڪرڻ بعد جڏهن قاضي صاحب مديني منور پهتا. چا ڏسي ٿا تہ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم خود روضي مبارڪ کان ٻاهر تشريف ڪڻي آيا ۽ سندن هٿ ولي پاڻ سڳورا گڏ اندر وٺي ويا.

قاضي صاحب چوندا هئا تہ مون کي اهو شرف حضوري هميشہ حاصل ٿيو. قاضي صاحب جي خليفن جو تعداد چار سو جي لڳ ڀڳ هو. جن جي ذريعي طريقہ عاليہ نقشبنديہ جو فيض نہ صرف سنڌ بلڪ پنجاب

۽ ڏوراڻهن جاين تي پهتو.

حضرت شاهه حسن ۽ مشائخن شرقپور ڪانئون ئي فيض حاصل ڪيو. قاضي احمد جي مزار مبارڪ ضلعي نواب شاهه جي شهر قاضي احمد ۾ جيڪو سنڌن نالي سان موسوم آهي، واقع آهي. هزارين عقيدتمند ان جي زيارت لاءِ ايندا آهن ۽ دامن فيض جي انوار سان جهوليون ڀري ڀري کڻي وڃن ٿا.

درگاهه ميل شريف قاضي احمد رحه جي موجوده سجاده نشين حضرت فيض درجت ميان پير فيض محمد صاحب دمائي مدظله العالي جن پنهنجي سلف صالحن وانگر درگاهه عاليه لواري شريف جي موجوده سجاده نشين حضرت قبله پير گل حسن شاهه قدس سره جي دست حق پرست تي بيعت ۽ خلافت ارشاد سان سرفراز آهن.

پاڻ حق تعاليٰ جي نو وارد طالبن کي پنهنجي حلقي ارادت ۾ ان وقت تائين داخل نٿا ڪن جيستائين هو سجاده نشين درگاهه لواري شريف جي اطاعت جو اقرار نه ڪري.

****************

عاشقانِ ڪل نہ ايں عشاق جزو،
ماند ازڪل آنڪہ شد مشتاق جزو.
چونڪہ جزوے عاشق جزوے شود،
زود معشوقش بہ ڪل خود رود.
(مولانا جلال الدين رومي رحه)

پير چئجي تنهن کي، جنهن سڀ ريءَ سري،
پر گهر پير نہ وڃهڻو، گهرون ٻہ ڪين گهري،
جو ماني ڪاڻ مري، سو سامي گر نہ سامهون.
(حضرت سلطان الاولياء رحه)

# حضرت قاضي احمد رحمة الله عليه

(١١١٧ هه - ١٢٢٣ هه = 1705ع - 1808ع)

تحرير: مير محمد پيرزادو، سڪرنڊ

وارو ويراڳين کي، ويل م وساريج،
قدم ڪا پرڻي جا، ليلائي لهيج،
پيرن پسيو پٽ جي، وڃي ڪي وڃيج،
راتو ڏينهن رڙيج، آئون نه جيندي ان ري. (شاهه)

سنڌ جي سر زمين سان اهڙي نه ڪا خدا تعاليٰ جي مهرباني لڳو آهي جو دنيا جي هر هڪ مذهب جي مهندار ۽ اوتار کي ڪجهه نه ڪجهه عرصي لاءِ سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ جي چاهنا پيئي رهي، پوءِ اهو گوتم هجي يا ڪرشن ڀڳوان هجي پر ٿورو ڪي گهڻو عرصو ڪيس سنڌ ۾ گهارڻ جو موقعو ضرور مليو آهي. ان حوالي سان به نه هتي مشرق ۽ مغرب جو گڏجڻ اچي ٿئي ٿو نه انهن هنڌن جا فلسفا ۽ ٿيوريون به سنڌ جي اصل بنيادي ۽ ثقافتي فلسفي جوڙڻ ۾ پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪن ٿا. سنڌ تي جن به حڪمراني اڄ ڏينهن تائين راڄ ڪيو آهي، تن ۾ ڪي هندومت جا نه ڪي ٻڌمت جا پوئلڳ، ڪي زرتشت جا نه ڪي حضرت عيسيٰ عليه السلام جا پوئلڳ رهيا آهن. انهن جي آمد سان ۽ خيالن جي ڏي وٺ سان سنڌ وٽ انهن مڙني مذهبن، مذهبي اوتارن جي تعليمات ۽ فلسفن جي جوهر يا نچوڙ گڏجي اچي بيٺو آهي، جنهن ڪري هتان جي ماڻهن جي ثقافتي، تهذيبي ۽ تمدني لاڙن سان ملي جلي ڪري ۽ هتان جي ماڻهن جو جيڪو مزاج بڻيو آهي، ان ۾ انسان دوستي، حب الوطني، غريب نوازي، مهمان نوازي، بقا ـ باهمي، امن پسندي ۽ رواداري وغيره وارا رجحان ۽ لاڙا جذب ٿي چڪا آهن. اها هن خطي يا وطن جي ڪلاسڪ بڻجي چڪي آهي، جنهن ڪري هتان جو ڪو به ماڻهو ڪنهن به قيمت تي هتان وڃڻ نه ٿو چاهي، ٿورڙي جو ان جي بچاءَ ۾ ڪيس ڪيڏيون وڏيون قربانيون ڇو نه ڏيڻيون پون.

اسان وٽ برصغير ۾ اسلام جو ڦهلاءُ ٻن طريقن يا ٻن ذريعن سان ٿيو. هڪ پرڏيهي فاتحن جي آمد، تعليمات ۽ زور زبردستيءَ جي ذريعي

سان ٿيو. ته پيو نمونو وري هو ڏيهي ماڻهن اسلام جي ڄاڻ حاصل ڪري ان جي ڏسيل ڳالهين تي عمل در آمد ڪري ۽ روحاني تصرف حاصل ڪري، ان کان پوءِ مذهب جي تبليغ ان نموني پر ڪئي جو اها ماڻهن لاءِ ثقافتي، تهذيبي ۽ تمدنيءَ طور اوپري نه رهي، ان ۾ ڪنهن به قسم جي ڏاڍ، زور، زبردستيءَ يا رياستيءَ سزا وغيره جو نالي ماتر به عمل دخل نه هو. اڳئين لاڙي وارا دستار بند عالم، مدرس، فقيه ۽ سند يافته عالم هئا، جيڪي حڪومتي طرفان پاور مليل هئا ته ڪو به ماڻهو اگر انهن کي دين جي خلاف نظر اچي ته ان کي تڏي تي ٻنا ڪنهن ڏانهن رجوع ڪرڻ جي سزا ڏئي سگهن. پر اهي حڪومتون جيئن ته ٻاهرين فاتحن جون هئڻ ڪري عوام جي دلين ۾ پاڻ لاءِ محبت پيدا ڪري نه سگهيون ۽ ويتر انهن جي عتاب ڪري ماڻهن جي دلين ۾ انهن لاءِ نفرت جا آڙاهه ٻري رهيا هئا، جيئن ته اهي علماءَ انهيءَ رياستي مشينريءَ جا ڪل پرزا هئڻ سبب عوام جي نظرن ۾ نفرت لائق بڻيل رهيا ۽ عوامي عقيدتون، عوامي محبتون ۽ عوامي امنگ پاڻ ڏانهن مرڪوز نه ڪري سگهيا.

ان جي ابتڙ اهي اولياءَ ۽ ڏٺيءَ ڏٺا، جيڪي رياستي مشينريءَ کان الڳ ٿلڳ، پٽ تي ويهي عوام الناس جون دليون روحاني تصرف سان جڪي ۽ پاڻ سان واڳي ۽ اسلامي تبليغ ڪري رهيا هئا. توڙي جو انهيءَ دوني ۽ لاڙي جي ڪري صاحب اقتدار انهن مٿان ڪافي مصيبتون به برپا ڪندا هئا ته اسان پر ڏيهي حاڪمن جا هٿ ٺوڪيا جو نه ٿا ٿين. يا وري سرڪاري عالمن کي جيڪو عوامي نفرت سان منهن مقابل ٿيڻو پوندو هو. اهي به رياستي مشينري کي انهن اولياءَ الله لاءِ ڀڙڪائيندا هئا ته اهي اصل ۾ توهان جي برخلاف آهن ۽ توهان جي دوستيءَ جي ناتي اسان کان به عوام کي متنفر ڪري رهيا آهن. ان لاءِ انهن کي ڪا سيڪت ملڻ گهرجي. انهن گڏيل سڏيل نفرتن جي ڪري، انهن اولياءَ الله تي وقت به وقت رياستي ڏاڍ ۽ عتاب جا ڏونگر ڪرندا رهيا ٿي. انهن قربانين عيوض انهن جون ماڻهن جي دلين ۾ عقيدتون وڌنديون ۽ پختيون ٿينديون ويون.

ان ڳالهه کي نظر ۾ رکندي، جڏهن حضور ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن کي نبوت جو منصب سونپيو ويو ته پاڻ عرب جي عياش راجائن، مهاراجائن، انهن جي شهزادين ۽ شهزادن وارو ادمبر اختيار ڪرڻ بجاءِ فقيري طريقو اختيار ڪيو، هيٺ تڏيءَ تي ويهڻ، سادو کائڻ، سادو اوڙڻ، غريبن ۽ مسڪينن، ٻانهن ۽ غلامن سان دوستي جون واڳون ڳنڍي ۽

دين جي تبليغ جو ڪم شروع ڪيو ته ان وقت جي عالمن، علمائن، بادشاهن ۽ سندن گماشتن حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي ۽ ريهن رهه ڪري ڇڏيو. ايستائين ته ڪين پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏي، پرائي پٽن تي مهاجر بڻجي مصائبن کي منهن ڏيڻو پيو. پر پاڻ اهو سڀ ڪجهه همت ۽ مردانگي، جانبازيءَ سان ڪلنڊي برداشت ڪندا رهيا، پر حق جي وات تان تر به نه ڇسيا، ڇاڙڪي به پونتي نه پيا. حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جن جي رحلت ۽ خلفاءِ راشدين جي دنيا ڇڏڻ کان پوءِ اسلام جو منصب نباهيندڙن پر به عياشي ۽ آرام طلبي ڪاهي آئي ته پوءِ ان جي تبليغ، تدوين ۽ تاويل پر به لاڙا ڇٽا ڏسڻ ۾ آيا. ڪي ظاهري علم حاصل ڪري زير زبر تي وڏيڪ ڏيان ڏنو ۽ خدا، جي طلب جي ذريعي يعني ديني علم کي بجاءِ خدا جي طلب ذريعي سمجهڻ جي اصل مقصود سمجهي ۽ ظاهر حڪمن جي بجاوري ۽ فضيلت پائڻ ۽ اسلام جي روح يا جوهر کان پري هٽي ويا ته ٻئي طرف اوليا، الله هئا. جن اهو ئي حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم وارو تبليغي طريقو خانقاهه جي صورت ۾ رائج ڪيو. ان ڪري اهي ٻئي ڌڙا هڪڙا خدا جا دوست ته ٻيا رياستي مشينريءَ جا پرزا بڻجي تبليغي ميدان ۾ اسلام جي ڦهلاءَ، تاويل ۽ ترويج لاءِ ميدان ۾ ڪم ڪندا رهيا ۽ اڄ به اهو ڪم ڪري رهيا آهن.

سنڌ جيئن ته ٻنهي نمونن جي مبلغن سان ڀري پئي آهي. جتي اسان کي مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ قاضي قاضن جهڙا رياستي عهدن تي ويهي اسلام جي خدمت ڪندڙ ڏسڻ ۾ ايندا، اتي اسان کي مخدوم آدم ٺٽوي رحمة الله عليه، مخدوم ابوالقاسم درس رحمة الله عليه، خواجه ابوالمساڪين ميان محمد ٺٽوي رحمة الله عليه ، مخدوم محمد معين ٺٽوي رحمة الله عليه، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه، حضرت سلطان الاوليا، خواجه محمد زمان رحمة الله عليه، شيخ شهيد عبدالرحيم گرهوڙي رحمت الله عليه، قاضي احمد دماني رحمت الله عليه جن جهڙيون با برڪت ۽ عظيم علمي، ديني ۽ روحاني شخصيتون به ڏسڻ ۾ اينديون.

انهن شخصيتن مان هر هڪ شخصيت پنهنجو مٽ پاڻ هئي. پر اسان انهن مان جيئن ته حضرت قاضي احمد رحمة الله عليه متعلق ڳالهائي رهيا آهيون ته ان حوالي سان ڀڃائڻو ٿو پوي ته حضرت قاضي احمد رحمة الله عليه جا وڏا اصل تلٽي جا رهاڪو هئا، سندن شجريءَ ۾ شيخ المشائخ حضرت سندو رحمت الله عليه، جيڪو ڏهين صدي هجري جي مشهور

معروف بزرگي منجهان هڪ هو، سو پڻ اتي ٺٽي ۾ مدفون آهي، سندن شجري منجهان ميان احمد بن مخدوم سنڌائي سيوهڻ ۾ مدفون آهي. پاڻ ۱۱۱۷ هه مطابق 1705ع ۾ ٺٽي ۾ ڄاوا. پاڻ ابتدائي تعليم سندن والد بزرگوار حضرت ميان محمد صديق رحمت الله عليه جن کان ورتائون ۽ ان کان پوءِ مشهور عالم مخدوم عبدالواحد سيوستاني کان اڳتي تعليم حاصل ڪيائون، جڏهن ڪين "لاڪاٽ پرڳڻي" جي قضا ملي ته ان عهدي ڪين هن علائقي سان مانوس ڪيو ۽ پاڻ ان کي پسند ڪري "ديهه ڏم" ۾ سڪونت اختيار ڪيائون. موجوده قاضي احمد واري هنڌ تي "ڏم" مان لڏي آيا ته ان وقت ان هنڌ کي "موضع ميل" چيو ويندو هو، جيڪو پوءِ سندن نالي مبارڪ پٺيان "قاضي احمد" سڏجڻ لڳو.

سنڌ ۾ اهو، اهو وقت هو جڏهن مغلن جو تارو زوال آيو هو ۽ سنڌ جي اقتدار انهن جي هٿن مان ڪسندو ۽ ڪلهوڙن جي هٿن ۾ منتقل ٿيندو پئي ويو. ان وقت سنڌ ۾ چوڌاري طوائف الملوڪيءَ جا تاثرات گشت ڪري رهيا هئا. ڪنهن جي عزت سالم ڪا نه هئي، ڌاڙا ۽ ڌاڪازنيون، عياشون، شراب نوشيون ۽ زنا جي بازار گرم هئي، اقتصادي تباهي ٿي چڪي هئي، اخلاقي طرح ڏيوالو نڪري چڪو هو، امن امان جون ۽ شرافت جون ڌجيون اڏامي چڪيون هيون، مسجدون ۽ مندر نه خدا جا ۽ نه ئي ڀڳوان جا گهر رهيا هئا. ۾ انهن ۾ سازشيون ۽ شرپسندين جا پروگرام ۽ پلان ٺهڻ لڳا هئا. ان کان علاوه جهوڪ جو شاهه عنايت جي شهيد ٿيڻ وارو سانحو پڻ ان دور جي مختلف مصيبت مان هڪ وڏو لٽون ڪاندارينڌڙ سانحو هو، جيڪو جڏهن 1718ع ۾ برپا ٿيو ته حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه جن جي عمران وقت 13 سال هئي، ان سانحي ۽ اهڙن ٻين حادثن سببان سنڌي سماج جو سمورو شيرازو ٽٽي چڪو هو. ماٺهون مايوسين، ناڪامين ۽ نامرادين، جي ڏينهن ۾ ڪنڌ تائين گهڙي چڪا هئا، انهن ناڪامين ۽ مايوسين سببان اهي جادن، منترن، سڱن، ڦيڻن ۽ ٽوڻن ۾ ڦاسي ۽ نجات لاءِ جاڳوڙي رهيا هئا. ماڻهن مان انسانيت مفقود ٿي چڪي هئي، اهڙو ته نفسا نفسيءَ جو منظر بڻجي ويو هو جو ڪو ٻه ڪنهن جو نه هو، انسان پاڻ کي اڪيلا ۽ بي سهارا ڏسي جهڙوڪ اجتماعي خودڪشي جو سوچي رهيا هئا. اهڙي ماحول ۾ نون ڏيهي حڪمرانن اڳيان ان وڪريل ماحول کي يڪجاءِ ڪرڻ جا جتن ڪرڻ، مايوس انسانن کي اميد افزا بڻائڻ، اخلاقي قدرن کي ورې رائج ڪرائڻ، نشن پتي، زنا، چوري، جوا

۽ دلالپ جو ازالو ڪرڻ، ڪٽنبي رقابتن کي منهن ڏيڻ ۽ نئين سنڌ جي نئين سر صحتمندانه تعمير ڪرڻ جا وڏا چئلينج سامهان ڪرڪنيون بيٺا هئا. جن کي هڪ ئي وقت منهن ڏيڻ فقط تڏهن ممڪن ٿي ٿي سگهيو، جڏهن ماڻهو ديندار بنجن، نيڪ نيت ٿين، هڪ ٻئي جي لاءِ پاڻيهي جو رويو اختيار ڪن ۽ ان تعميري ترقيءَ جي مهم ۾ پنهنجو پورو پورو ڪردار ادا ڪن. جيڪو ڪم انهن کان ان وقت ولڻ رياستي حڪمرانن جي وس کان ٻاهر هو، پر پوءِ به سنڌ جا ماڻهو سڪيا ستابا ٿيا، ايماندار ٿيا، هڪ ٻئي ۾ پاڻيهي وارو تعلق استوار ڪيائون، هشاش بشاش ٿيا، سماجي اڏاوت ۾ پنهنجو پورو پورو ڪردار ادا ڪيائون ۽ هڪ دفعو سنڌ ملڪ يڪجاءِ ٿي ڏيهي حڪمرانن جي هٿ هيٺ پنهنجون ترقيءَ جون منزلون باقاعده لهڻ ڪرڻ لڳو، جنهن سبب ئي انهيءَ دور کي سنڌي علم ادب جو سونهري دور سڏيو ويندو آهي. ته اها جيڪا اهڙين مايوسين جي اوڙاهه مان سنڌي ماڻهو جي واهه ڪلي ۽ فضا ۾ نڪري. سوچي سمجهي ۽ پنهنجي حالت سڌارڻ واري ڪايا پلٽجي پيئي ان ۾ صحيح معنيٰ ۾ ڏسبو ته حڪومتي حڪمرانن ۽ رياستي قوتن جو ڪردار گهٽ نظر ايندو، پر ان ڪايا پلٽڻ ۾ وڏ ۾ وڏ ڪردار سنڌ جي ان وقت جي انهن صوفي بزرگن جو نظر ايندو جن اهڙي ڏکئي وقت ۾ سنڌي ماڻهن جي ٿيل روحاني ٽوڙي ماديائي تباهين تي پها رکيا ۽ ڪين چيئي چڱو ڪيو . چڱن کان جيئن ته چڱائيون ئي ٿينديون آهن. ان لحاظ کان، اهي ماڻهو پوءِ انهن بزرگن جي تعليم رستي چڱا بنجي پيا ته انهن وطن جي تعمير ۾ به پنهنجو مثبت ڪردار ادا ڪيو ۽ ان وقت ان تباهيءَ مان نڪري سنڌ جيڪو جوين ماٺيو، جيڪو اوج اڪثين ڏٺو، سا شايد وري ڪڏهن اڪثين ڏسي سگهي.

ان ڪم سر انجام ڏيڻ ۾ انيڪ بزرگ هستين جو هٿ هو. پر انهن مان جيڪي سر ڪردا هئا، سي هئا: شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمت الله عليه، حضرت سلطان الاوليا، خواجه محمد الزمان لواري شريف وارو رحمت الله عليه، شيخ شهيد عبدالرحيم گرهوڙي رحمت الله عليه ۽ حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه وغيره جيڪي هڪ ٻئي جا همدرد به رهيا ته ڪنهن نه ڪنهن رشتي ۽ ناتي هڪ ٻئي جا سهڪاري به رهيا، چو ته انهن جي پيدائش جي سن تي نظر وجهبي ته پليءَ پٽ پروڙ پئجي ويندي ته سندن عمريون هڪ ٻئي جي مناسبت سان ڪيتريون هيون. جيئن شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمت الله عله جن جو جنم 1689ع ۾ ٿيو ته حضرت

سلطان الاوليا، خواجه محمد الزمان لواري شريف واري رحمت الله عليه جي جو ڄم 1713ع ۾ ٿيو ته حضرت شيخ شهيد عبدالرحيم گرهوڙي رحمت الله عليه جن جو ڄم 1738ع ۾ ٿيو ته حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه جن جو ڄم 1708ع ۾ ٿيو.

ان حوالي سان شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمت الله عليه جي حضرت سلطان الاوليا، خواجه محمد الزمان لواري شريف واري کان 24 سال وڏو ته حضرت شيخ شهيد ميان عبدالرحيم گرهوڙيءَ رحمت الله عليه جي کان 49 سال وڏو هو ۽ حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه جن کان 16 سال وڏا هئا. ان مان ظاهر آهي ته اها انهن بزرگن جي تعليمات ۽ تصرف جي ڪرشمه اندازي هئي جو ان اندوهنا ڪٺي مان هڪدم ڪايا پلٽجي ۽ ترقي، سک، سانت ۽ امن امان جو سونهري دؤر ينجي ويو. ان لاءِ اسان کي گهرجي ته انهن ۽ ان دؤر جي ٻين اهڙن بزرگن جي زندگي جا حالات ۽ روحاني ڪمالات هٿ ڪري، انهن جو بغور مطالعو ڪري ۽ پاڻ کي حال جي مصيبتن ۽ آئيندي جي عذابن کان بچايون. جنهن جي شروعات طور اسان اڄ حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه جن جي حالات زندگي، تبليغي ۽ تدريسي توڙي ادبي ڪاوشن ۽ ڪارنامن جو اپٽار ڪرڻ چاهيو آهي. شروعاتي تعارف ڏيڻ کان پوءِ ضروري آهي ته سندن علم عرفان ۽ طريقتي مشغلن جو به مختصر ذڪر ڪجي.

پاڻ پنهنجي وقت جي وڏن عالمن، فقيهن ۽ بزرگن منجهان هڪ هئا. ڪيئي دفعا حرمين شريفين اسهي ۽ اتي پنهنجي اندر جي اڄ ۽ اسات کان روحاني نعمتن ۽ برڪتن سان روح کي سيراب ڪيو هو. هڪ دفعي اٿين ئي حج پاڪ تي ويندي لواري شريف مان گذر ٿين ته دل ۾ خيال آٿين ته چو ته حضرت سلطان الاوليا، خواجه محمد الزمان رحمت الله عليه جي سان چار چشمي ڪجي، جڏهن وٽن پهتا ۽ احوال ڪندي چيائون ته منشا ڪري نڪتا آهيون ته حرمين شريفين وڃجي. تنهن تي حضرت سلطان الاوليا، خواجه محمد الزمان رحمت الله عليه جن وراڻيس ته ها، پر اوڏانهن به اهڙا ته ٿي وڃو جو اڏو به سڃاڻس. پاڻ مريدي اختيار ڪيائون ۽ قلبي ذڪر فڪر ۾ لڳي ويا، چند ڏينهن کان پوءِ اجازت مليس ۽ ان عزتاب طرف کان پڻ تمام گهڻو بهرور ٿي موٽيا ۽ اچي پنهنجو طريقتي ٺهلاءُ جو ڪم ۽ ديني تدريس جو ڪم شروع ڪيائون. پر مرشد جي ياد ۾ ايترا ته محو رهيا جو ڪين خلافت جو پڻ درجو مليو. حضرت سلطان الاوليا، خواجه محمد الزمان

لواري شريف واري رحمت الله عليه جي جا چار وڏا خليفا هئا. شيخ شهيد عبدالرحيم گرهوڙي رحمت الله عليه، شيخ ابو طالب اگهمي رحمت الله عليه، شيخ حاجي محمد صالح ڪڙائي رحمت الله عليه ۽ حافظ هدايت الله رحمت الله عليه انهن چئني وڏن خليفن کان علاوه باقي امي ڪامل ولي، جيڪي به ڪاني خلافت جو درجو حاصل ڪري چڪا هئا. سي آهن شيخ حاجي حافظ طاهر عليه رحمت، شيخ قاضي احمد عليه رحمت، درويش عيسيٰ دشتي عليه رحمت، سيد محمد عليه رحمت، سيد پير محمد عليه رحمت، بنگو فقير عليه رحمت، حافظ ايوب عليه رحمت، شيخ الياس عليه رحمت، شيخ سڏا تورپو عليه رحمت ۽ پوءِ به چيت لائي ڏسبو ته اسان کي حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد الزمان لواري شريف واري رحمت الله عليه جي مڙني خليفن ۽ معتقدن مان چئني طرح ڏسڻ ۾ ايندو ته شيخ شهيد عبدالرحيم گرهوڙي رحمت الله عليه. حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه ۽ سيد محمد لاهوري رحمت الله عليه وقت جاوڏا جيد عالم، فقير ۽ اولياء ڏسڻ ۾ ايندا، جن ۾ شهيد گرهوڙي رحمت الله عليه جن کان پوءِ حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه جن کي علم ۽ فضل ۾ پڻ مڙني کان مٿيرا هئا.

حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه جن کي حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد الزمان لواري شريف وارن رحمت الله عليه جن کان سڌو سنئون خلافت مليو ۽ ارشاد جي اجازت ملڻ کان پوءِ پاڻ پنهنجي حلقي جا پيران طريقت ٿيا. سندن مريدن جو دائرو وسيع هو، پر هي بزرگ سندن چار خاص خليفا هئا.

١. سيد نور محمد شاهه ڪنڊائي عليه رحمت، ڪاهي ڪنيا تعلقو نوشهروفيروز.

٢. مخدوم عبدالوالي عليه رحمت درپيلو تعلقو ڪنڊياري واري.

٣. ميان عبدالڪريم ڪتي عليه رحمت پينگهاري تعلقو هالا.

٤. سيد حسين شاهه رحمت الله عليه، رتڙ چتڙ ضلعو گرداس پور ڀارت.

هي بزرگ هندوستان ۾ سندن تعليمات کي عام ڪيو ۽ ڦهلايو، ايتري قدر جو سندن ٽي سو سٺ 360 خليفا ٿيا.

انهن چئني وڏن خليفن کان پوءِ سندن ٻيا معتقد پڻ وڏي مان مرتبي ۽ منزل جا بزرگ هئا انهن ۾ ميان پير محمد عليه رحمت ڏيپار جي وارو ۽ قاضي صاحب جن جا فرزند ميان محمد صالح عليه رحمت جن وڏا

اهل دل هئا.

حضرت قاضي احمد رحمت الله عليه باقي حياتيءَ جا ڏينهن ان ئي هنڌ تي خدا تعاليٰ جي عبادت ۽ عوام الناس جي طريقتي تربيت ڪندي گذاريا. جيڪو هنڌ اڄ به سندن نالي پوئتان "قاضي احمد" سڏجي رهيو آهي. ان ئي هنڌ تي پاڻ سن 1223ھ مطابق 1808ع ۾ لاڏاڻو ڪيائون. سندن مقبرو پڻ قاضي احمد شهر ۾ آهي.

************

سـيـريـان جي تـرهـي، پـڌيـس هـٿ ۾ لاءِ،
صـبـاح اتـيِ چوتـداءِ، اسـان تـو اڪـاريـو
(حضرت سلطان الاولياءُ رحہ)

پـاڙي ويـح هـنـاءِ، پـوري ! تـو نـہ پـڇنـا،
تـيـلا هـيِ پـيـاءِ، مـوريـسـر اڪـيِ ۾.
(حضرت سلطان الاولياء رحہ)

احمد شهي عالي همم، صاحب عنايات وڪرم،
وصفش نگنجد درقلم، احمد محمد ذوالعطا.
حـمـد خدمـت اسـت هردم، وسـيـلہ اعـظـم،
احـمـد شـفـيـع عـالـم صـلـو اعـليٰ مـحـمـد.
(حضرت مخدوم محمد صالح دماني رحہ)

# مخدوم الاولياءَ
# حضرت قاضي احمد قدس سره

تحرير و تحقيق: ڦرڙو محمد پناهه

حضرت خواجه قاضي احمد قدس سره نسبي طرح هاشمي قريشي هئا. سندن وڏا اسلامي تعليم ۽ تبليغ واسطي سنڌ ۾ ٺٽي جي شهر ۾ اچي رهيا، ظاهري علوم لاءِ مدرسي سان گڏ روحاني سکيا لاءِ خانقاهه پڻ قائم ڪيائون، جتان برصغير ۾ ڪلمة الحق جو فيض جاري رهيو. سندن پرهيزگاري، عبادت ۽ رياضت ڪي ڏسي، خدا جي مخلوق وٽن فيض ۽ توجهه لاءِ اڪيلائي ۽ ٽولي ۾ ايندي رهي، روايت ۾ ملي ٿو ته جن جا ٽولا پڻ وٽن تعليم جي حاصلات لاءِ ايندا رهندا هئا.

حضرت جي جو خاندان علم توڙي عرفان ۾ لاثاني رهيو آهي. هن خاندان مان خواجه احمد سنڌائي عليه رحمت وصال بعد ڪت اڏائي ٺٽي کان سيوهڻ پهتو، " تذڪره مشائخ سيوستان" جو مؤلف عبدالغفور بن حيدر سيوستاني ١٠٣٩ هه ۾ هن طرح لکيو آهي:

ولي الله شيخ احمد سنڌائي رحه ٺٽي ضلع دادو جو رهاڪو هو. پٽ ۽ مريد گهڻا هيس. وفات وقت سيني کي گهرائي وصيت هن ريت فرمايائين. وفات کان پوءِ غسل ۽ ڪفن ڏيڻ ڪت تي سمهاري ڇڏي ڏجو، ۽ سندن وصال بعد وصيت جي پورائي ڪئي ويئي. ٿوري ساعت ۾ ڪت ۾ تحرڪ پيدا ٿيو ۽ آهستي آهستي ٿي ڪت هلڻ ۽ پوءِ اڏامڻ لڳي، هشام ماڻهن جا اچي گڏ ٿيا، عيد جو ڏينهن هو، جتان جتان ڪت جو اڏامڻ ٿيو، اتان جا ماڻهو بہ ڪت جي پويان هلڻ لڳا. پيادل ۽ سوار سوين ماڻهو اهو نظارو ڏسندا رهيا. تان جو ڪت سيوهڻ شهر ۾ پهتي ۽ ميان چتو امرائي رحه جي مزار جي نزديڪ هيٺ لٿي، سيوهڻ شهر جا ۽ پويان ايندڙ ماڻهو هزارن جي تعداد ۾ جمع ٿي ويا، مڙني منهن مبارڪ جي زيارت جو شرف حاصل ڪيو، آخر فيصلو اهو ٿيو ته جنهن جاءِ تي ڪت لٿي آهي اتي دف ڪيو وڃي. نماز جنازي جي ادائگيءَ بعد انهيءَ جاءِ تي مزار مبارڪ ٺا ويئي، جڏهن مزار مبارڪ جي ڪم مان سڀ واندا ٿيا، تڏهن قبر مان اندران آواز آيو: " رب انزلني منزلا مبارڪا وانت خير المنزلين."

يعني: رب منهنجا ! مون کي تو مبارڪ جاءِ تي لاٿو آهي، بيشڪ

تون سڄي منزل تي رسائڻ وارو آهي.

وڌيڪ لکيو اٿس ته، جون ٿا ته جيڪو جمع ڏينهن ختمو ۽ تدبير ڪري ٿو ته اهنڊڙ جمع ڪان اڳ ان جو مقصد پورو ٿئي ٿو ۽ دلي دعائون قبول ٿيءُ ٿيون.

هن خاندان مان سنه ١١١٧ هه ۾ سيوهڻ جي ترد احمدن جي ڳوٺ ۾ خواجه محمد صديق رحه جي حويلي ۾ هڪ فرزند نوراني چهري سان جنم ورتو، ان جو نالو مبارڪ "احمد" رکيو ويو، پاڻ چمڪندڙ چار هئا، مادرزاد ولي الله پڻ هئا. هن گهراڻي جي پرهيزگاري ۽ تقويٰ اظهر من الشمس هئي، خواجه محمد صديق رحه جن جا سڀئي طالب ۽ شاگرد ٿيا. پاڻ به پنهنجي والد بزرگوار وٽ ظاهري توڙي باطني علوم پڙهي پرجهي پورا ڪيائون.

سندن قادري طريقو هو، جيڪو پنهنجي والد بزرگوار کان اپنايو هون.

حضرت خواجه قاضي احمد قدس سره جن کي دستار فضيلت ان وقت جي وڏي ۾ وڏي درسگاهه لڪي شاهه صدر ۾ عطا ٿي. علم جي تحصيل بعد قضا جي عهدي تي فائز رهيا ۽ عوام توڙي خواص ۾ قاضي جي نالي توڙي لقب سان مشهور ۽ معروف ٿيا. سنت تي پنهنجو اباڻو علائقو ڇڏي درياهه جي ٻي پر "ديهه دم" تعلقو مورو ۾ اچي رهيا. اتي مسجد، خانقاهه ۽ مدرسي سان گڏ رهائش جون جايون پڻ ٺهرايائون. ٿوري ئي وقت اندر وڻن ماڻهن جي وڏي رجوعات ٿي ويئي، "دم ديهه" جي ڪري "دماڻي پير" مشهور ٿي ويا. سندن ٺهرايل جاين مان باقي مسجد جا نشان اڃان موجود آهن.

حضرت قاضي احمد قدس سره جن جي لواري شريف اچڻ بابت روايت آهي ته پاڻ حج جي سفر جو سانباهو ڪري پلي پار روانا ٿيا. انهن ڏينهن ۾ حج جو پنڌ دوران ماندڻي بندر وڃڻ لاءِ لواري شريف مان گذرڻو پوندو هو. حضرت سلطان الاوليا، قدس سره جن جي روحاني بصيرت جي هاڪ ملڪان ملڪ هئي ته حضرت قاضي احمد جن کي ڪامل مرشد وٽڻ جي تڙپ شديد هئي. پاڻ لواري شريف آيا ۽ حضرت سلطان الاوليا، قدس سره جن سان ملاقات ٿي ته حج جي سانباهي جو ذڪر خير ڪيائون. حضرت سلطان الاوليا، جن ڪين فرمايو ته، حج جو ارادو به نيڪ ۽ سفر به نيڪ، پر اهڙو ٿي وڃجي جو اڳيان ڪير سجائي به ۽ پوءِ حضرت جن

حضرت قاضي احمد کي ٽي مهينا لواري شريف ۾ قيام ڪرڻ لاءِ چيو پاڻ اتي ترسي پيا ۽ توجهه ۽ ارشاد ورتائون. ان ڏينهن اندر اهڙو باطني عروج ڪري ورتائون جو حضرت سلطان الاوليا، قدس سره کين ان بشارت سان حج جو سفر جاري رکڻ جي اجازت ڏني ته عرب ملڪ ۾ ڪو به اهڙو نه آهي، جنهن سان اوهين وڃي صحبت ڪريو ۽ اهو به فرمايائون ته، يمن ملڪ ۾ هڪ شخص آهي جنهن کي امانت حوالي ڪرڻي آهي. ان لاءِ مون کي وڃڻو هو. مگر هاڻ اوهين وڃي اها امانت وصول ڪجو. اهو شخص پاڻ اوهان وٽ هلي ايندو.

حج تي روانگي مهل حضرت قاضي احمد جن حضرت سلطان الاوليا، قدس سره جن کان پڇيو ته، مرشد ڪڏهن ٿو ڪم اچي؟ حضرت جن فرمايو، دنيا ۾، قبر ۾، محشر ۾

حج جي سفر دوران حضرت قاضي احمد جن ٻن خاص واقعن جو ذڪر ڪيو:

سفر دوران سنڌن جهاز طوفان جي وڪ ۾ اچي ويو ۽ جهاز ٻڏڻ جو خطرو ٿي پيو، پاڻ حضرت جن جو اهو مقولو ياد ڪيو ته، مرشد ڪم اچي ٿو دنيا ۾، قبر ۾ حشر ۾، لواري جي سرڪار کي باطني طرح سان متوجه ٿي عرض ڪيائين ته اک ڇنڀ ۾ جهاز تان آفت ٽري وئي.

پيو ته جڏهن روضي رسول مقبول صلي الله عليه وآله وسلم تي پهتا ته کين آواز آيو " ميان احمد ڀلي ڪري آئين"! اتي کي ماڻهو جن جا نالا احمد هئا، اٿي بيٺا، وري به ساڳيو ئي آواز آيو ۽ پيا کي ماڻهو اٿي بيٺا مگر پاڻ ماٺ ۾ رهيا. پوءِ ٽيهر آواز آيو ته، " ميان احمد دماني ڀلي ڪري آئين." ۽ ان تي پاڻ سڄاتائون ته هي اهانوازش آهي جنهن لاءِ کين حضرت سلطان الاوليا، قدس سره جن فرمايو هو ته، اهڙو ٿي وڃڻي جو اڳيان ڪير سڃاڻي.

ٽيون واقعو هن ريت آهي ته، يمن ۾ جڏهن پاڻ حضرت سلطان الاوليا، قدس سره جن جي ڏنل ڏس تي هڪ مسجد شريف ۾ پهتا ته هڪ باريش بزرگ ساڻن ادب سان اچي مليو ان اسرار ڪيو ته جمع جي نماز جو وقت ٿي چڪو آهي ۽ پاڻ امامت فرمائين. پاڻ ازروهِ ميزباني جي آداب جي امامت کان ڪيٻائيندا رهيا. مگر بزرگ جي اسرار تي امامت فرمايائون ۽ نماز کان فراغت بعد اهو بزرگ کين پنهنجي حجري ڏانهن وٺي هليو ۽ فرمايائين ته، مون کي اوهان کي امانت حوالي ڪرڻ جو حڪم آهي. توهين

ٻي ڪمري ۾ ٿي ويهو ته آئون امانت منتقل ڪريان ۽ حضرت قاضي احمد جن فرمايو ته، اوهين مون کي سامهون ويهاري امانت حوالي ڪريو. ان تي هڪ حاضري واري خادم چيو ته، سندن امانت ۾ جلال آهي ۽ سامهون ويهندڙ شخص کي ٻاهه وٺي ٿي وڃي. تنهن هوندي به پاڻ آمهون سامهون ويهڻ کي ترجيح ڏنائون. جڏهن امانت جي منتقلي ٿي ته سندن ساڄو ڳوڏو مبارڪ زمين کان مٿي کڄڻ لڳو ، جنهن کي پاڻ هٿ سان زور ڏيئي هيٺ ڪري ڇڏيائون ۽ خير خوبي سان اها امانت وصول ڪيائون. ٽئين ڏينهن ان بزرگ وصال فرمايو ۽ سندن وصيت موجب پاڻ ان بزرگ جي جنازي نماز جي امامت فرمائون پوءِ اڳتي روانا ٿيا.

هڪ ڀيري حضرت سلطان الاوليا، قدس سره جن کين اها بشارت به ڏني ته هاڻ توهان جو شان اهو نه آهي ته توهين ڪنهن ٻئي جي ناليواري ڳوٺ ۾ رهو بلڪ توهين پاڻ پنهنجي نالي پويان ڳوٺ ٻڌي اتي وڃي رهو. واپسي تي "دم" پرسان " ميل واري دوري" تي پنهنجي نالي پويان ڳوٺ ٻڌي اچي آباد ٿيا ۽ انهيءَ نسبت جي ڪري هي درگاهه " ميل شريف" مشهور ۽ معروف ٿي وئي.

سنڌ جو حاڪم ميا غلام نبي ڪلهوڙي سندن شهرت، علميت ۽ نورانيت کان متاثر ٿي "لاڪاٽ" پرڳڻو جاگير طور سند لکي نذراني ۾ پيس ڪيو. مگر پاڻ اها جاگير قبول نه ڪيائون ڇاڪاڻ ته سندن مرشدن ڪڏهن جاگير قبول نه ڪئي هئي، اها پيروي ادا ڪيائون.

منهنجي استاد علامه غلام مصطفيٰ قاسمي جن هڪ حڪايت بيان ڪئي ته شيخ قاضي احمد دماني عليه رحمت جن لواري شريف مان فيض وٺي ورڻ بعد جڏهن ڳوٺ پهتا ته انهن ڏينهن ۾ ڪو پير شهر جي ٻاهران اچي منزل انداز ٿيو، ماڻهن ۾ اهو چوٻول ٿي ويو ته وقت جو قطب ڳوٺ کان ٻاهران اچي لٿو آهي، اها ڳالهه ڳوٺ جي زميندار جي محفل ۾ پهتي، انهيءَ تي اهو زميندار حضرت قاضي احمد رحه جن وٽ مجلس ۾ پهتو ۽ عرض ڪيائين ته، قبلا ! ڳوٺ جي ٻاهران وقت جو قطب منزل انداز ٿيو آهي، هلو ته هلي سندس ملاقات ڪريون. انهيءَ تي حضرت قاضي احمد رحه جن ورائيو.

تارا اچڻا وڃڻا، قطب ڪين ڦرن،
لواريءَ سندا لاڏلا، ويٺي رب ڏسن،
پر گهر پير نه وڃڻا، گهران به ڪين گهرن.

سندن وصال ١٢٢٣هه بمطابق 1808ع ۾ ٿيو.

حضرت قاضي احمد رحہ کي حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد زمان قدس سره کان خلافت ملي، سندن مريدن جو دائرو وسيع هو، پر هيٺيان چار بزرگ سندن وڏا خليفا هئا.

1. سيد نور محمد شاهه ڪنڊائي، ڪاهي ڪنڊيا (تعلقي نوشهروفيروز جو)

2. مخدوم عبدالوالي در ٻيلي جو (تعلقه ڪنڊيارو)

3. ميان عبدالڪريم ڪٽي، پينگهاري (تعلقي هالا جو)

سيد حسين شاهه رتڙ ڇتڙ، ضلعو گرداس پور (ڀارت)

انهن چئن وڏن خليفن کان سواءِ سندس ٻيا معتقد پڻ وڏي درجي وارا هئا، انهن مان ميان پير محمد ڏيپارجي (تعلقو مورو) جو ۽ سندن فرزند ميان محمد صالح وڏا اهل دل هئا. حضرت قاضي احمد رحہ جن کان برصغير کان علاوه عرب ۾ به هن طريقي نقشبنديه جو ڦهلاءُ ٿيو، ڪائنس حضرت سيد حسين شاهه المعروف پوري والي، رتڙ ڇتڙ، مڪان شريف ضلع گرداس پور، انڊيا کي فيض مليو. ان درگاهه جا مشهور اولياء الله گاديسر ٿيا، تن مان خواجه امام علي شاهه مڪان شريف رحہ، حضرت خواجه سيد صادق علي شاهه رحہ جو وڏو مرتبو آهي، جنهن کان حضرت خواجه بابا اميرالدين رح ڪوٽلہ شريف وارا فيضياب ٿيا. شرقپور شريف جا بزرگ شير رباني ميان شير محمد صاحب رحہ پڻ هن لڙهه ۾ شامل آهي، جنهن کان وري فيض ورتل حضرت گنج ڪرم سيد محمد اسماعيل شاهه بخاري رحہ، ڪرمان والي (اوڪاڙهہ) وارا شامل آهن. انهن کان حضرت علامہ محمد شفيع اوڪاڑوي رحہ خطبي پاڪستان ۽ سندس فرزند ارجمند حضرت علامہ ڪوڪب نوراني اوڪاڑوي جهڙا علماء اهل سنت فيض ۽ توجهه حاصل ڪيو.

ٻيا به ڪيترا بزرگ هن شاخ مان فيضياب ٿيا ۽ صاحب ارشاد بڻيا جن جو مڪمل خاڪو ڏجي ٿو.

حضرت پير بڍن شاهه رحہ ڪلانوري، نزد ڪوٽ ميا صاحب، دليل پور ضلع گرداس پور (ڀارت)، حضرت مير لطف الله نقشبندي رحہ، حضرت بهادر شاهه طيب الله مشهدي نقشبندي رحہ، حڪيم احمد علي امرتسري سيال ڪوٽي رحہ، ميان خدا بخش نقشبندي رحہ، حضرت ميان شگفتين بيگ نقشبندي رحہ، حضرت مولانا محمد اعظم نقشبندي رحہ

(امام مسجد فتح پوري دهلي) مولانا فتح محمد نقشبندي رحہ، سيد انوار شاھہ نقشبندي رحہ، حضرت منشي احمد جان نقشبندي رحہ، مولانا نور احمد خان نقشبندي، مولانا شير محمد خان نقشبندي بدخشاني، ميان عطا محمد نقشبندي، مولانا رسول بابا نقشبندي رحہ، حضرت خواجاھ امير الدين نقشبندي ڏرم ڪوٽي رحہ (ضلع گرداس پور). حضرت شاھہ مظهر الله دهلوي نقشبندي رحہ، حضرت ميان غلام نقشبندي شرقپوري رحہ، حضرت سيد نورالحسن شاھہ نقشبندي ڪليان والي رحہ، حضرت صاحبزاده مظهر قيوم نقشبندي رحہ بيربل شريف (ضلع سرگودا) حضرت صاحبزاده مظهر قيوم نقشبندي مڪان شريف (انڊيا) حضرت ميان رحمت علي شاھہ نقشبندي رحہ گهنگ شريف، حضرت ابوالرضا سيد حاڪم علي شاھہ نقشبندي رحہ لاهور، حضرت حاجي عبدلرحمٰن نقشبندي رحہ قصور، الحاج حافظ محمد ابراهيم شاھہ نقشبندي رحہ، حضرت شاھہ محمد محدث فقيهہ الهند خطيب ۽ امام دهلي مسجد (1807ع) ڪان صاحبزده مولانا ميان محمد سعيد ۽ صاحبزاده ميان احمد سعيد رحہ (حضرت شاھہ محمد جا فرزند) حضرت مولانا حڪيم عبدالمجيد رحہ، حضرت مولانا عبدالرشيد رحہ، حضرت مولانا قاري حبيب الله رحہ، حضرت مولانا شاھہ محمد رڪن الدين رحہ الور شريف (ڀارت)، حضرت مولانا امام عبدالغفور رحہ، حضرت مولانا حافظ قمرالدين رحہ.

حضرت مولانا شاھہ محمد رڪن الدين الوري رحہ جن جو فرزند ۽ خليفي مجاز حضرت علامہ محمد محمود صاحب الوري رحہ برصغير جي ورهاڱي بعد حيدرآباد سنڌ ۾ اچي رهيو، فيض جو سلسلو جاري رکيائين. سندس مدفن راجپوتانا اسپتال جي نزديڪ آهي، ڪانئس پوء سندن فرزند صاحبزادو ميان محمد زبير صاحب ان خانوادي جي فيض کي حيدرآباد ۾ رڪن الاسلام جي نالي درسگاھہ وسيلي هلائيندو پيو اچي ۽ درگاھہ لواري شريف سان پنهنجو مسلڪ ڳنڍيو پيو اچي.

حضرت سيد محمد اسماعيل شاھہ ڪرمان والي رحہ ڪان پوء سندس جانشين سيد محمد علي شاھہ رحہ ٿيو، جيڪو سندن فرزند هو. ان بعد سيد محمد علي شاھہ صاحب جو فرزند سيد غضنفر علي شاھہ گادي تي ويٺو، هن صاحبن سنت توڙي سلسلي نقشبندي جي سچي چمار تبليغ ڪئي ۽ پنهنجي پير خاني سان حد ڪان وڌيڪ محبت هين.

حضرت سيد نورالحسن شاھہ بخاري ڪليان والي رحہ بن سيد

علامہ علي شاھہ رحہ ظاھري تعليم جي تحصيل ڪري، طريقت ۾ پير پاتو، سندن بيعت حضرت ميان شير محمد شرقپوريءَ سان ٿي. ڪانئن پوءِ سندن فرزند سيد باقر علي شاھہ گادي نشين ٿيو.

سيد نورالحسن شاھہ جا خليفا تمام گهڻا هئا. جن برصغير ۾ هن طريقت جو فيض پکيڙيو. انهن مان مشهور هي آهن: حضرت سيد مولانا جلال الدين شاھہ باني و مهتمم جامعہ محمديہ اصغريہ پکي شريف، حضرت مولانا محمد نواز صدر مذڪوره مدرسہ، حضرت مولانا سيد منصور شاھہ مدرس جامعہ رضويہ لائل پور (فيصل آباد)، حضرت مولانا سيد منير حسين شاھہ جو ڪالوي. هن درگاھہ جي فيض جي درياھہ مان ڪيترا واهڙ وهي هليا، جن پڻ روحاني دنيا ۽ دلين جي شادابيءَ لاءِ گهڻو ڪم ڪيو.

حضرت ابو رضا سيد حاڪم علي شاھہ بن سيد شهاب الدين شاھہ ڪوٽلي شريف ضلع گجرانوالہ ڪرامت جا صاحب پڻ هن طريقي سان واڳيل هئا، پاڻ هميشہ استغراق ۾ رهندڙ هئا، شاعر، عابد، صابر ۽ رضا تي راضي رهندڙ هئا.

هاڻي سنڌ اندر هن درگاھہ جي فيض جي پالوٽ جو ذڪر خير ڪجي ٿو.

1. علامہ حافظ سيد ميان نور محمد شاھہ ڪنڊيائي رحہ جنهن جا خاص خليفہ حضرت خليفو محمد عيسيٰ ڪيريو ڏينگو، ضلع نوشهروفيروز ۽ مخدوم عبدالواحد پکي ڏٽي پيهري تعلقو ڪنڊيارو ضلع نوشهروفيروز.

2. حضرت علامہ ميان عبدالڪريم پينگهارو، تعلقہ هالا، نزد سعيد آباد.

3. مخدوم عبدالمعالي، ڏيري وارو تعلقہ ڪنڊيارو ضلع نوشهرو فيروز.

خليفي محمد عيسيٰ رحہ جي اولاد مان ڪيترائي صاحب ولايت ۽ ڪاني ڪرامت جا صاحب ٿيا، جن مان خليفو ميان علي محمد، خليفو ميان الهڏنو وڏي رجوعات جا صاحب هئا ۽ انهن جي توصول سان الهجياريو فقير سهتو بهلاڻي، علي فقير ڏڪڻ بهلاڻي، قاضي پير بخش خانواهڻ ۽ حاجي فقير چنو، خانواهڻ وارا مريد ٿيا، حاجي فقير چنو جي معرفت مستري محمد حسن خاصخيلي ميهڙ وارو درگاھہ لواري شريف جو

پانڍيڻڙو ۽ مريد ٿيو. وري ان جي محبت سان درويش غلام شبير پيو هگوڙجو وارو لواري شريف جي جماعت ۾ داخل ٿيو. اڻ پڙهيل هوندي به پنهنجي مرشدن جي ساراهه ۾ تمام گهڻا ۽ پيچيده قصائد شريف چيا آهن.

خليفي محمد عيسيٰ رحه ويڙهگو شريف وارن جو اهو مقام آهي، جو سندس مرشد سيد نور محمد شاهه رحه کيس کيترائي خط لکيا آهن، جن ۾ هر خط ۾ کيس لکي ٿو ته هن عاصي لاءِ اوهان دعا گهرو.

خليفي محمد عيسيٰ کيريو ويڙهگي وارن جي اولاد مان ميان علي محمد حال جو صاحب هو، هو مريدن ۾ دعوت تي "ڏيون ڳوٺ" نزد کوڙي کبير ۾ آيو، اتفاق سان سندن اوچتو وصال اتي ٿي پيو، مريد معتقدن کي جيئن خبر پيئي اچي گڏ ٿيا. هڪڙو ماڻهو ويڙهگي شريف اطلاع لاءِ روانو ڪيائون. پوءِ خليفي جي جسد مبارک کي کٽ تي کنيو، ٿورو پنڌ هليا ته خليفي صاحب جي جسم مبارک مان الله، الله جا نعرا شروع ٿيا، ماڻهن ۾ چوٻول پئجي ويو ته خليفو صاحب زنده آهي، کٽ کي هيٺ لاهي منهن مبارک ڏسن ته الله جي حڪم تي لبيک چئي صبر ۾ ۽ سڪوت ۾ آهن، اهڙي حالت رستي ۾ ڏهه ٻارهن پيرا ٿي.

ڀلائي تعلقو ڪنڊيارو ۾ الهه جياريو فقير سهتو ويڙهگي وارن خليفن جو طالب هو، ان لاءِ مشهور آهي ته قلندري مشرب وارو هو، مراقبو ڪري ويهندو هو ته جسم ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو هيس، هڪ پيري سندن وصال کان پوءِ چورن سندن پٽ جون مينهون اچي ڪاهيون، شهر کان ٻاهر نڪتا ته فقير لٺ کڻي اڳيا ڦري آيو ۽ چور ڊهلجي ويا، مينهون موٽائي گهر اچي ڇڏيائين.

مخدوم عبدالواحد پکي ڏٺي رحه جي فيض سان پڻ کيترائي واصل بالله ٿيا. سندن اولاد مان مخدوم غلام صديق، مخدوم غلام محمد، مخدوم غلام نبي رحه مشهور معروف ٿيا.

ميوو فقير چانڊيو ويٺل بهادر پور نزد خيرپور ناٿن شاهه پڻ هن خانقاهه مان فيض ور ٿيو. ان جي صحبت سان حضرت خواجه محمد فقير گاڏهي عليه رحمت درگاهه لواري شريف جي سجاده نشين حضرت خواجه محمد سعيد قدس سره جن جي بيعت ڪري سلسلي نقشبنديه جو شيخ بڻجي ويو. خواجه صاحب رحه جن جو تصوف ۾ اهم ۽ اعليٰ مقام آهي. هن جي وسيلي سان درگاهه لواري شريف جي جماعت ۾ گهڻائي شخص شامل ٿي ويا، انهن مان مکيه هي آهن: حاجي محمد سليمان فقير ڦرڙو

(مؤلف جو والد بزرگوار) ڪريمداد فقير گاڏهي، عبدالرحيم جمالي (ڪاڇو) هوت فقير جمالي (ڪاڇو)، ڪرم فقير لغاري، سومرو فقير، سيد ڪاڇل شاهه (نزد موهن جو دڙو) جيئو فقير (ڪاراڻي) سليمان فقير جيسر (موهن جو دڙو)

راقم جي والد بزرگوار جي صحبت سان ڦرڙا خاندان جا اڪثر ڪري سڀ شخص درگاهه لواري شريف جا پانڌيڙا، معتقد ۽ مريد ٿي ويا.

حضرت خواجه ميان نور محمد شاهه رحه ڳوٺ ڪاهي ڪنڊيا تعلقو نوشهروفيروز ۾ ڄاوا، ظاهري توڙي باطني علوم حضرت قاضي احمد جن وٽان پرايائون، قرآن شريف جو حافظ به هو، ڪيترائي ڪتاب سنڌي زبان ۾ منظوم لکيا اٿس، جن مان "رباني العارفين" تصوف ۾ اهم مقام رکي ٿو. " مڪتوبات ڪنڊيائي" پڻ سنڌي ادب ۽ تصوف ۾ وڏو مرتبو رکي ٿو، سيئي مڪتوب منظوم آهن. راقم کي سندن چوويهه خط دستياب ٿيا آهن. جيڪي پنهنجي خليفي مجاز محمد عيسيٰ ڪيريو ڏانهن لکيا اٿن. حضرت قاضي احمد رحه جن وٽ نواب ولي محمد کان پنڌ ويندو هو، ۽ وات تان ڪانئن جي پري ڪٿي وٽن پهچائيندو هو. حضرت قاضي احمد رحه جن جي وصال بعد سندن جانشين وٽ پڻ ايندو رهندو هو.

سيد ميان نور محمد شاهه رحه سنڌي ۽ فارسيءَ جو شاعر هو، سندس مقبرو آبائي ڳوٺ ۾ عام زيارت گاهه آهي.

حضرت قاضي احمد عليه رحمت جن جي مريدن جو ۽ معتقدن جو ڪاٿو ڪرڻ مشڪل آهي. ڪن روايتن ۾ ملي ٿو ته چانڊڪا پرڳڻي کي "ميل ملڪ" پڻ چيو ويندو آهي، ميل ملڪ ۾ لاڙڪاڻو ۽ دادو ضلعن جا خاص حصا اچي وڃن ٿا. اتان جا اڪثر زميندار حضرت قاضي احمد رحه ۽ سندن گادي نشين جا مريد ۽ معتقد هئا. ان حوالي سان ڪين ميل وارن جو پير يا ميلائي پير ڪري سڏيو ويو. انهن زميندارن ۾ وڏيرو سچل انڙ، وڏيرو محمد خان ٻرڙو، وڏيرو عبدالمجيد ٻگهيو، سيد علي مراد شاهه، مولوي محمد صديق سيتائي، محمد فقير ڏيرو، جا نالا درگاهه ميل شريف جي مريدن ۽ معتقدن ۾ شامل آهن.

هالائي شهر جو سيد فتح علي شاهه لکياري، جيڪو خيرپور رياست ۾ نائب وزير اعظم هو، سو پڻ حضرت قاضي احمد رحه جن جو صادق مريد هو، شاهه صاحب جا خط درگاهه تي ڏنا ويا آهن، دعا خواهي

لاءِ ڪيترا ڀيرا درگاهہ ميل شريف تي حاضري ڀري اٿس، سندس فرزند سيد غلام حسين شاهہ ۽ سيد شهاب الدين شاهہ پڻ هن درگاهہ جي گاديسرن سان ارادتمندي رکندا هئا، درگاهہ جي گادي نشينن ۽ سيد فتح علي شاهہ جي اولاد جو اڄ تائين پاڻ ۾ گهاٽو سبنڌ آهي. هن وقت سيد سڳوري جي اولاد سيد منظور حسين شاهہ ايم پي اي آهي، جنهن سان درگاهہ شريف جي گادي نشين جو گهرو تعلق آهي.

سيتا جي سيد جي مريدي تہ مثالي آهي، زماني جي سڀني نعمتن کان مالا مال آهن، تاهم بہ درگاهہ شريف تي پٽ تي ويهڻ ۽ تڏي تي سمهڻ کي وڌي ترجيح ڏيندا رهندا آهن. سيد راضي شاهہ توڙي سندس فرزند درگاهہ ميل شريف جي خدمت ۾ هميشہ پيش پيش رهياآهن.

مولوي محمد صديق سيتائي جنهن کي "استاد العلماء" سڏيو وڃي ٿو، اهو بہ درگاهہ ميل شريف جو مريد هو، سندن فرزند مولوي عبدالرزاق ۽ مولوي عبدالقادر پڻ درگاهہ ميل شريف سان بي انتها محبت رکندا هئا. مولوي عبدالرزاق رحہ ٻڌايئيندو هو تہ اسان جي والد کي دل ۾ وسوسو پيو تہ اولياء الله تي موت تہ اچي ٿو، پر الله پاڪ فرمائي ٿو تہ اهي جيئرا آهن، ايئن ڪيئن ٿيندو؟ ۽ سو جڏهن حضرت ميان محمد صادق اول صاحب جن وصيت ڪئي هئي تہ اسان کي غسل اڪيلو مولوي محمد صديق کان ڏيارجو، سندن وصال تي ڪيس گهرايو ويو ۽ غسل واري وصيت ٻڌائي وئي مولوي منجهي پيو، پر حڪم موجب جڏهن پردو ڏيئي مولوي کي اندر چڏيو ويو، تہ مولوي وائڙو ٿي ويو جو حضرت ميان صاحب جن ويهي رهيا ۽ چيائونس مولوي وضو ڪراءِ.

خان بهادر امام بخش خان جتوئي تعلقي موري وارو، درگاهہ قاضي احمد رحہ جي خاص معتقدن منجهان هو. روايت آهي تہ جڏهن حضرت پير ميان محمد شفيع رحہ جن جي بنگلي جي تعمير ٿي رهي هئي تہ خان بهادر صاحب پنهنجي پاران ان بنگلي جا دروازہ لهرائي اتي نصب ڪرايا هئا، جيڪي اڄ بہ سندن يادگار طور تي لڳل آهن.

محمد يامين قريشي عرب مان حضرت قاضي احمد قدس سرہ جن سان گڏ آيو. سندس اولاد تگرائي، ڏيارجا ۽ جتوئين وارا قاضي آهن.

# حضرت خواجہ قاضي احمد دماني قدس سره

تحرير: جوڻيجو سائين بخش قبولائي

حضرت مخدوم ولايت خواجہ قاضي احمد ولد مخدوم محمد صديق قريشي جن سن ١١١٢ هہ بمطابق ١٧٠٠ع ڌاري ٺلتي جي ويجهو ڳوٺ احمدين تعلقہ سيوهڻ ضلع دادو ۾ تولد ٿيا.

حضرت خواجہ شيخ قاضي احمد جو سلسلہ نسب ٽيهين پشت ۾ حضرت عبدالمطلب هاشمي قريشي سان وڃي ملي ٿو. جيڪو خواجہ قاضي احمد جي هٿ سان لکيل شجرو درگاهہ عاليہ لواري شريف جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

خواجہ قاضي احمد جو وڏو ڏاڏو ڏهين صديء جو مشهور اولياء، شيخ المشائخ حضرت مخدوم سندو عليہ رحمة جو مقبرو ٺلتي جي شهر ۾ عام زيارت گاهہ آهي.

حضرت خواجہ قاضي احمد ابتدائي تعليم پنهنجي والد معظم شيخ محمد صديق کان ورتائين. جيڪو پنهنجي وقت جو خدا دوست ۽ متقي، پرهيزگار بزرگ هو. وڌيڪ تعليم سنڌ جي نامور فقيہ، عالم صوفي مخدوم مفتي عبدالواحد صديقي پاٽائي ١٠٤٧هہ - ١١٢٣هہ) کان ورتائين. جنهن جي درس گاهہ سيوهڻ ۾ گهڻو مشهور هئي ظاهري علم جي تحصيل کان پوء، پاڻ لڪي تعلقہ سيوهڻ ۾ ڪجهہ وقت درس و تدريس جا فرائض سر انجام ڏنائين.

چون ٿا تہ خواجہ قاضي احمد جن کي دوران تعليم ۾ هڪ دفعي "انت رسول" جي بشارت ملي هئي. پاڻ پنهنجي استاد محترم سان رجوع ٿيا. انهيء تعبير ۾ فرمايو تہ " اوهان اتباع رسول مقبول صلعم ۾ ڪامل ٿيندا."

ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دور ( ١١٣١ هہ - ١١٦٨ هہ ) ۾ حڪومت طرفان قضا، جي عهدي تي فائز ٿيا. کيس لاڪاٽ پرڳڻي (موجوده سڪرنڊ، مورو ۽ دولت پور وارو علائقو) جي قضا ملي. ان سبب ڪري خواجہ صاحب "قاضي احمد" جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ کيس حضرت ثاني امام ابوحنيفہ ۽ مفتي اعظم جي خطاب سان نوازيو ويو. پاڻ پنهنجو

اباڻو علائقو ڇڏي سنڌو درياءَ تي "ديھ دم" ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائين، جنھن ڪري " قاضي احمد دماڻي سان مشھور ٿيو. اتي ھڪ عاليشان درسگاھ قائم ڪري درس و تدريس جو ڪم شروع ڪيائين سندن فتوئن جي وڏي مقبوليت ھئي.

مخدوم قاضي احمد وڏن جي قادري طريقي ھجڻ ڪري اوائل ۾ پاڻ بہ قادري طريقي جو بزرگ ھو.

ھڪ دفعي " دم ڳوٺ" ۾ رھڻ دوران پاڻ حج بيت الله شريف ڏانھن روانا ٿيا. دم ڳان ست اٺ ميل سفر ڪيائون تہ ان زمين تي نور الاھي مينھن وانگر وسندو ڏٺائون. سائين کي فرمايائون تہ حج کان واپسي بعد انشاءِ الله تعاليٰ ھن ماڳ تي ئي رھنداسين. ان سفر دوران ڪچ پچ ڏانھن ويندي وات تي لواري شريف جي حد مان سندن گذر ٿيو. تڏھن سائين سميت حضرت سلطان الاولياءِ خواجہ محمد زمان قدس سرہ (١١٢٥ھ - ١١٨٨ ھ) جن سان ملاقات لاءِ وڃي خدمت ۾ حاضر ٿيو. سندن ملاقات مان قاضي صاحب ايترو تہ متاثر ٿيو جو بي اختيار ٿي عرض ڪيائين تہ " قبلہ ! طريقہ عاليہ ۾ داخل ٿيڻ جو ازحد شوق آھي. ھن وقت البت حج جي ارادي سان نڪتو آھيان. واپسي تي انشاءِ الله تعاليٰ خدمت ۾ حاضر ٿي اھا سعادت عظميٰ حاصل ڪندس." حضرت سلطان الاولياءِ جن فرمايس تہ، "حج بہ نيڪ، مريديءَ جو ارادو بہ نيڪ، شوق سان وڃو ۾ اڳيان بہ تہ سڄاڻي.؟" مخدوم قاضي احمد سوچ ۾ پئجي ويو. حضرت سلطان الاولياءِ جن فرمايس تہ، " حج تي وڃو تہ ڀلي وڃو، مگر حج تي اھڙو ٿي وڃجي جو اڳيان ان کي رسول خدا عليہ الصلواة والسلام مرحبا ڪري ۽ حج حقيقي جو ثواب ۽ حقيقت ڪعبہ جو مشاھدو ڪري ۽ نہ اٿين جو رڳو حرمين شريف جي پٿرن جي زيارت ڪري اچي." مخدوم قاضي احمد اھي ڪلمہ ٻڌي، حج جي وڃڻ جو ارادو ملتوي ڪري سندس ئي خدمت ۾ رھڻ جو فيصلو ڪيو. حضرت سلطان الاولياءَ جن فرمايس تہ " توھان کي ٽي مھينا رھڻو پوندو." قاضي صاحب چيو تہ " بہ سرو چشم منظور آھي." سندس سائي حج لاءِ روانا ٿي ويا. خواجہ قاضي احمد فريضہ حج اڳ ۾ ادا ڪري چڪو ھو. حضرت سلطان الاولياءِ جن ھر روز ٽي دفعا صبح، پنبھرن ۽ شام جو خاص توجھہ سان ٽن ڏينھن ۾ ڪامل ڪري، حضرت سلطان الاولياءِ فرمايس تہ "ھاڻي توھين حج تي وڃي سگھو ٿا. اھو حضرت جن جي نوراني فيض جو ڪمال ھو جو ٽن مھينن وارو ڪم

ٿي ڏينهن ۾ ڪامل مڪمل ڪري اجازت ڏنائون.

خواجه قاضي احمد پاڻ چوندو هو ته، قبله گاهه قدس سره جن ٿي ڏينهن ۾ خصوصي انوار عنايت سان مون کي ايترو نوازيائون جو سالن جا سال عبادت ۽ رياضت سان به هرگز حاصل نه ٿين ها.

حضرت قاضي احمد دماڻي جن فرمايو آهي ته حج تي وڃڻ کان اڳ مون مرشد ڪريم کي عرض ڪيو ته، "سفر دوران عرب ملڪ ۾ اتي ڪنهن شيخ ڪامل ۽ عارف مڪمل ڏسان ته ان سان صحبت ڪريان؟" حضرت سلطان الاولياءِ جن فرمايس ته:

" ميان قاضي احمد، ان ملڪ ۾ هن وقت تنهنجي لائق صحبت جهڙو ڪو به ماڻهو نظر نٿو اچي، بلڪ ملڪ يمن ۾ هڪ رئيس المشائخ جي لقب سان مشهور بزرگ آهي، پر اهو به پاڻهي توسان هلي اچي تنهنجو مريد ٿيندو."

پيو عرض ڪيم ته "قبله، مرشد مصيبت ۾ به ڪم اچن ٿا؟".

پاڻ جواب ۾ حافظ شيرازيءَ جو هي شعر پڙهيائون:

" دوران غوغا ڪــ ڪــس ڪــس نــ پـر ســد

مــي از پــيــر مــغان مــنــت پــذيــر م."

خواجه قاضي احمد دماڻي قدس سره چوندو هو ته جڏهن مان مڪي شريف ۾ حج لاءِ پهتس تڏهن مون کي حقيقت ڪعبوي جو مشاهدو ٿيو. حج بيت الله جي ادائيگي کان پوءِ دربار رسول اڪرم جي زيارت لاءِ مدينه منور ۾ پهتس. سرور ڪائنات جي بارگاهه عالي ۾ درود وسلام پيش ڪيم. جنهن جو جواب پاڻ ڏيڻ فرمايائون ۽ڏٺم ته پاڻ حضور صاحب لولاڪ، سيد البشر جناب رسالتماب عليه الصلواة والسلام روضه منور کان ٻاهر تشريف کڻي آيا ۽ منهنجو هٿ جهلي اندر وٺي ويا ۽ مون تي بي انتها انوار ۽ ارشادات جي سخا ٿي. وڌيڪ فرمائيندو هو ته ان واقع کان بعد حضور پر نور جن جي اها خاص عنايت هميشه هن ناچيز تي شامل حال رهي، ۽ فخر حضوري جناب سرڪار دو عالم صلعم هن پاڻهي کي هميشه ميسر رهيو آهي.

زيارت حرمين شريف کان بعد واپسي سفر دوران اتفاق سان يمن جي ملڪ کان ٿيو. اتي يمن ۾ هڪ صاحب شيخ محمد علي و ستار جي گهڻي شهرت ٻڌي. هڪ ڏينهن جامع مسجد شريف ۾ پنهنجي رفيقن سميت جمع نماز ادا ڪرڻ لاءِ مسجد جي هڪڙي ڪنڊ ۾ ويٺاسين. ساعت

کن ۾ ان شيخ صاحب جي اچڻ جو حل ٿيو. شيخ محمد علي وستار يمني بزرگ وڏي انبوه سان آيو. سڀ ماڻهو سندس دست بوسي ڪرڻ ۽ استقبال لاءِ اٿي ڪڙا ٿيا. پر جڏهن انهن انبوهه ماڻهن جي وچ مان شيخ صاحب جي نگاهه اسان تي پئي ته سڌو متوجهه اسان جو ٿيو ۽ مون ڪي نه اٿڻ جو اشارو ڪيائين ۽ اچي پر پر ويهي تمام گهڻي تعظيم ۽ تڪريم سان پاڪر پاتائين ۽ پرم ويٺو رهيو پنهي ڏينهن اسان جي قيام گاهه تي اچي بيعت ڪري نقشبندي طريقه عاليه ۾ داخل ٿيو ۽ جيترو عرصو اسان يمن ۾ ترسيل هناسين ته اهو يمني بزرگ هرروز اسان جي خدمت ۽ صحبت لاءِ ايندو رهندو هو. حضرت خواجه قاضي احمد دمائي، حج جي سفر تان واپسي وقت حضرت سلطان الاولياء جي حضور ۾ لواري شريف پهتو.

اتان دعا گهري اجازت وٺي " دمر شريف" ۾ آيو.

سنت ني دم شريف ويجهو هڪ هيو ڳوٺ اباد ڪري رهيا. هي اهو امڪان هو جتي حج مبارڪ لاءِ ويندي هڪ زمين ڪي رهائش لاءِ پسند فرمايو هو. اتي هڪ ڊوري ڪي " ميل" هتائي شهر آباد ڪرايو. ان علائقه ۾ ڪندي جو وڻ تمام گهڻو هو جنهن ڪري " ميل ڪندي" جي نالي سان سڏبو هو. قاضي صاحب اتي ماڻهو آباد ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي عام دعوت ڏني ۽ انهن کي اها پڻ خوشخبري ڏنائين ته " هن ڳوٺ ۾ الله تعاليٰ جي حڪم سان ڪڏهن وبائي مرض هيضه نه پڪڙبو ۽ جيڪڏهن ڪو ماڻهو انهيءَ مرض جو شڪار ٿيو به ته اهو ان تائين محدود رهندو ۽ ماڻهو ان جي شر کان بچيل هوندا." ٻي خوشخبري ڏنائين ته " هن ڳوٺ ۾ باهه سان ڪو به مالي يا جاني نقصان نه ٿيندو." وغيره چون ٿا ته حضرت قاضي صاحب جي ان فرموده جو تاثير اڄ تائين هن عالي مقام ۾ موجود آهي ۽ ماڻهو بفضل الله تعاليٰ هيضه ۽ باهه جي شر کان حفاظت ۾ آهن.

حضرت قاضي احمد دمائي جي روحاني درسگاهه هئڻ ڪري هن شهر کي "ميل شريف" پڻ چيو ويندو آهي. انگريزن جي دور ۾ هن شهر کي "قاضي احمد" جي نالي سان سڏيو ويو ياد رهي ته بر صغير ۾ هي واحد شهر آهي جيڪو هڪ بزرگ جي نالي سان موجود آهي.

حضرت خواجه قاضي احمد دمائي جن حضرت سلطان الاولياءؒ قدس سره (١١٢٥ هه - ١١٨٨هه) حضرت محبوب الصمد خواجه گل محمد قدس سره ( ١١٧٧ هه - ١٢١٨ هه) ۽ حضرت غوث عالم خواجه محمد زمان ثاني قدس سره( ١١٩٩ هه - ١٢٤٧هه) جن جي صحبت ۽

زيارت لاءِ لواري شريف ويندا رهندا هئا.

حضرت سلطان الاولياءَ جي مڙني خليفن مان حضرت خواجه قاضي احمد دمائي قدس سره جي سلسلهِ نقشبنديه لواريه جي گهڻي اشاعت ڪئي آهي. سندس آستانهِ عاليه کي "لواري شريف ثاني" جو خطاب پڻ مليل آهي. سندس هر هڪ سجاده نشين درگاهه عاليه لواري شريف جي طرفان سندس اولاد مان مقرر ٿيندو آيو آهي. حضرت پير بادشاهه خواجه گل حسن قدس سره جن درگاهه لواري شريف ۽ درگاهه ميل شريف جي پنهي روحاني فيض جي درياءَ کي هڪ ڪري مجمع البحرين سيدنا قبله پير حاجي فيض محمد نقشبندي قدس سره جن کي پنهي درگاهن جو سجاده نشين مقرر ڪري ويا. هن وقت پنهي روحاني درگاهن جو موجوده سجاده نشين سخي سلطان الاولياءَ قطب المدار و قطب الارشاد سيدنا، مرشدنا، سخي پير قبله سائين پير محمد صادق نقشبندي لواري جو لعل جلوه افروز آهي. مخدوم قاضي احمد دمائي. هڪ سؤ ڪان ٻه وڌيڪ چمار ٻر ١٦ ذوالقعد ١٢٢٣ هه مطابق ٣ جنوري ١٨٠٩ع بروز اڱارو تي وصال ڪيو. سندس وصال جي تاريخ هيٺين مصرعه مان نڪري ٿي.

1. شاهه شمس جهان بود سايه فردوس = ١٢٢٣ هه
2. لقد جات رسل ربنا بالحق = ١٢٢٣ هه
3. شد تاريخ وصلش " پيراعظم" = ١٢٢٣ هه

***************

قطع تاريخ وصال مبارڪ حضرت قاضي احمد دمائي قدس سره

جنـــيــد وقـــت خود مـــخدوم مـــرحـــوم،
بـــجنـــت رفـــت رب اغفـــره وار حـــم،
چو در عـــلـــم طـــريـــقـــت پـــيـــشـــوئي بـــود،
شـــد تـــاريـــخ وصـــلـــش " پـــيـراعـــظـــم"

# درگاهه عاليه قاضي احمد (ميل شريف) جا سجاده نشين

| نمبر | اسم مبارڪ | لقب مبارڪ | ولادت مبارڪ | وصال مبارڪ |
|---|---|---|---|---|
| 01 | حضرت مخدوم پير ميان قاضي احمد دمائي قدس سره | روضي وارا بادشاهه | 1112 هه / 1700ع | 16 ذوالقعد 1223 هه<br>3 جنوري 1809ع |
| 02 | حضرت مخدوم پير ميان محمد صالح دمائي قدس سره | مسند وارا بادشاهه | 1201 هه / 1787ع | 1232 هه / 1817ع |
| 03 | حضرت مخدوم پير ميان عبدالواحد دمائي قدس سره | مصلي وارا بادشاهه | ---------- | ---------- |
| 04 | حضرت مخدوم پير ميان نور الله دمائي قدس سره | مينڌي وارا بادشاهه | ---------- | 1295 هه / 1878 ع |
| 05 | حضرت مخدوم پير ميان محمد علي دمائي قدس سره | ---------- | ---------- | 1297 هه / 1880 ع |
| 06 | حضرت مخدوم پير ميان محمد شفيع دمائي قدس سره | بنگلي وارا بادشاهه | 1266هه / 1850ع | 1 جماداالاول 1317 هه<br>7 سيپٽمبر 1899ع |
| 07 | حضرت مخدوم پير ميان محمد صادق (اول) دمائي قدس سره | کرت وارا بادشاهه | 1299 هه/ 1882ع | 10 محرم 1337 هه<br>16 آڪٽوبر 1918ع |
| 08 | حضرت مخدوم پير ميان پير محمد دمائي قدس سره | تخت وارا بادشاهه | رمضان المبارڪ1304 هه<br>مئي 1887ع | 5 شعبان 1375 هه<br>18 مارچ 1956ع |
| 09 | حضرت مخدوم پير حاجي فيض محمد دمائي قدس سره | راحمي بادشاهه | 14 شعبان 1348هه<br>15 جنوري 1930ع | 17 جماداالثاني 1416 هه<br>11 نومبر 1995ع |

**موجوده سجاده نشين**
**درگاهه نواي شريف و قاضي احمد**

حضرت قطب الارشاد و قطب المدار، غوث زمان، مرشدنا **قبله پير محمد صادق قريشي** نقشبندي مدظله العالي

# درگاهہ عاليہ لواري شريف جا سجاده نشين

١ـ حضرت سلطان الاولياءُ خواجہ محمد زمان قدس سره
٢ـ حضرت محبوب الصمد خواجہ گل محمد قدس سره
٣ـ حضرت غوث عالم خواجہ محمد زمان ثاني قدس سره
۴ـ حضرت غوث الكبير خواجہ محمد حسن مدني قدس سره
۵ـ حضرت امام الاولياءُ خواجہ محمد سعيد مكي قدس سره
٦ـ حضرت امام العارفين خواجہ احمد زمان قدس سره
٧ـ حضرت پير بادشاهہ خواجہ گل حسن قدس سره
٨ـ حضرت راحمي بادشاهہ خواجہ پير حاجي فيض محمد قدس سره

## =: موجوده سجاده نشين:=

حضرت قطب الارشادو قطب المدار سيد ناومرشدنا قبلہ پير محمد صادق نقشبندي مدظلہ العالي.

## اسان جا شايع ٿيل ڪتاب

1. مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي
2. جنين ڏٺو پرين کي.
3. حضرت قاضي احمد دمائي

## زير اشاعت ڪتاب

1. تذڪره بزرگان قاضي احمد
2. مڪتوبات شريف حضرت قاضي احمد
3. آفتاب مڪلي (مخدوم ابوالقاسم نقشبندي سنڌس خليفا)
4. مڪليءَ جا موڙ (مخدوم آدم ٺٽوي ۽ سنڌس خليفا)
5. آفتاب ولايت. (سوانح حيات خواجه ابوالمساڪين ٺٽوي)
6. پٽ ڏٺيءَ جون روح رهائيون
7. ڪلام بچل.